# جديد دور جو

# سهڻي ميهار

مولينا ابوالاقبال درمحمد صاحب صديقي سبحاني

ادارهٔ سبحاني ڪاندهل شريف
ضلع لاڙڪاڻه

پڇن جي ميهار جو، پڇي تن ميهار،
فاذڪروني اذڪرم ياد ڪيو جن يار،
تـرهو تني پار، عشق جن جـو آڪرو،

# جـديـد دور جـو
# سهڻي ميهار

ماڻهو نه ميڻي سهڻا، پکي نه ميني هنجھ،
ڪني ڪني منجھ، اچي بوءِ بهار جي!

مصنف


جناب مولانا ابوالاقبال **درمحمد صاحب "خاڪ"**
صديقي، ڪاندهلوي جامع شريعت ۽ طريقت، عالم رباني،
ملقب بسيف سبحاني خليفه درگاه شريف ملڪاني.



ڇپائيندڙ:
**منظور احمد صديقي**
مئنيجر: **اداره سبحاني**

ڪاندهلہ شريف - ضلع لاڙڪاڻہ.

ڪاپيون هڪ هزار ] سال ١٩٧٢ع [ دفعو پهريون



**قيمت ٣.٥٠**

ملڻ جو هنڌ:

(١) ڪتبخانه ڪاندهلويه، نصيرآباد ضلع لاڙڪاڻه.
(٢) اداره سبحاني، مسجدنوراني سينٽرل جيل، هيرآباد حيدرآباد
(٣) ڊاڪٽر محمد ابراهيم صاحب ميمڻ- جيل روڊ هيرآباد حيدرآباد

هيءَ ڪتاب باهتمام سيد ساجد علي حسني نيو گرين پرنٽرس، بوري محلو صدر، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو، ۽ مولنٰا منظور احمد صديقي مئنجر اداره سبحاني، ڪاندهله شريف ضلع لاڙڪاڻه مان پڌرو ڪيو.

# مهاڳ

دنيا جي جدا جدا ٻولين ۽ ملڪن ۾ ڪي **رومانوي** ۽ عشقي افسانا ۽ قصا مشهور هوندا آهن، جن جي آڌ وٺي انهن ٻولين جا اديب نثر نويس ۽ شاعر پنهنجا شاهڪار پيش ڪندا آهن. اها حقيقت آهي تہ انهن مان گهڻن قصن جا هيرو ۽ سندن ڪردار گهڻو ڪري خيالي هوندا آهن، جن جي تاريخي دنيا ۾ ڪابہ حقيقت نہ هوندي آهي. عرب شاعريءَ ۾ تہ اهڙا گهڻا ئي مثال ملندا، پر سنڌي ساهيتين ۾ پڻ ائين نظر ايندو، جيئن ”حضرت شاهہ ڀٽائي عليه الرحمة“ جي بيان ڪيل ڪن قصن بابت اڃان تائين ڪا پڪي تاريخي ثابتي نہ ملي سگهي آهي. مولانا جلال الدين روميءَ جي مثنوي پڻ اهڙن خيالي قصن سان ڀري پيئي آهي، جي رڳو تمثيلي آهن، جن سان سلوڪ جي ڪن اسرارن ۽ روحاني رازن جي نقاب ڪشائي ڪئي ويئي آهي. پارسيءَ جي هڪ شاعر ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

خوش تر آن باشد که سرِ دلبران،
گفته آيد در حديثِ ديگران.

اسان جي آڌو هاڻوڪي سنڌ جي عظيم صوفي شاعر

مولانا مفتي در محمد "خاڪ" جو "سهڻي ميهار" تي دلي جذبن ۽ امنگن جو اظهار، ڪتابي شڪل ۾ موجود آهي. مولانا "خاڪ" جي هن شاعريءَ جو محور، خيالي نه، پر هڪ حقيقت آهي، جا اوهان کي ڪتاب جي پڙهڻ سان پڌري نظر ايندي.

حضرت مولانا صاحب جي انتخابي نظر کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهجي. مون پاڻ به مولانا "خاڪ" جي منڙي ميهار کي پنهنجي هن اکين سان پلي پت ڏٺو ۽ پسيو آهي. سندس ظاهري سونهن ۽ سوڀيا سان گڏ، ان جي ڪردار ۽ گفتار جي به چڱيءَ طرح مڃتا آهي. بس سچوئي سون آهي، بيشڪ سندس زندگيءَ جي همسفر به (جنهن کي مولانا خاڪ "سهڻيءَ" سان تعبير ڪيو آهي) اهڙي ئي اعليٰ ڪردار جي عصمت مآب خاتون ۽ ڏياڻي هوندي. قرآن مجيد جو فرمان صحيح آهي: الصالحات للصالحين.

مولانا در محمد "خاڪ" پيرسن ۽ هڪ خدا رسيده، پهچ وارو صوفي ۽ بزرگ عالم آهي. سندس اکين آڏو، سهڻي ۽ ميهار ته هڪ پردي يا مظهر جي حيثيت رکي ٿو، نه ته حقيقت ۾ پاڻ حقيقي حسن کي پسي سهڻي ۽ ميهار جي اوٽ ورتي آهي. اها هڪ حقيقت آهي، جا هن ڪتاب جي پڙهندڙن کي نثر خواه نظم جي هڪ هڪ سٽ ته ڇا، پر هڪ هڪ جملي مان جرڪندي نظر ايندي. مولانا صاحب جي ڪلام کي

پر ڪڻ ۽ پروڙڻ لاءِ سندن زندگيءَ جي احوال تي مختصر روشني وجهڻ بہ ضروري آهي.

حضرت "خاڪ" جي عمر هن وقت ٧٧ سال آهي. پاڻ ربيع الاول مهيني جي ١٢ تاريخ ڏينهن سومر جي مردم خيز خطي لاڙڪاڻي ضلع جي شهر نصير آباد کان ٻن ميلن جي پنڌ تي ڪانڌلا ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. سندن نالو در محمد رکيو ويو ۽ پاڻ قوم جا صديقي آهن. هيءَ بخت پريو پار جڏهن پڙهڻ پرو ٿيو تہ ڳوٺ داؤد ڪانڌلي ۾ آخوند محمود لاکير وٽ، کيس قرآن مجيد پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. آخوند صاحب وڏو عابد ۽ زاهد شخص هو، ان جي کيس دعا ٿي، ۽ ٻيو ميان جمال الدين جو هڪ عمر رسيده بزرگ، لاثاني حڪيم ۽ عالم هو، سو مولانا خاڪ جو ويجهو مائٽ هو، تنهن تہ کيس ڏسندي، ئي سندس سعادت ۽ بزرگيءَ جي پيشنگوئي ڪئي، جا اکر بہ اکر صحيح نڪتي.

پارسيءَ جي تعليم مولوي مسعود صاحب کان ورتائين. اهو عالم، حضرت علامہ عطاء الله فيروز شاهيءَ جو شاگرد هو. پارسيءَ کان فارغ ٿي، عربي پڙهڻ لاءِ حافظ مولوي فدا احمد مهيسر وٽ آيا. صرف کان شرح مائہ تائين ڪتاب، اتي پڙهيائون. مولوي حافظ فدا احمد، مولوي حافظ نبي بخش جو شاگرد هو. مولانا نبي بخش، ضلع دادو جي مشهور بزرگ عالم مولانا محمد صالح رهڙي ۽ مصري شاهہ خيرپوريءَ جو ساٿي ۽ همعصر

هو. ان کان پوءِ عربيءَ جي وڌيڪ تعليم لاءِ علامه عبدالرحمان ڏامراهن واري جي خدمت ۾ پهچي پورو هڪ سال وٽن پڙهندا رهيا.

لاڙڪاڻو ضلعو هن دؤر ۾ وڏو علمي مرڪز رهيو آهي. هن جي هر وسي ۽ ڳوٺ ۾ اڪيچار عربي مدرسا هئا، جتي فيض جون نهرون وهنديون هيون ۽ پري پري جا علمي اڃايل انهن علمي چشمن مان پنهنجي پياس پوري ڪندا هئا. انهن علمي مرڪزن مان نورنگ واهه، تعلقو قنبر وڏي شهرت رکي ٿو، جتي علامه مير محمد نورنگي وڏا فياض ۽ باعمل عالم هئا. سڄي سنڌ ۽ بلوچستان جا عام طرح ۽ اتر سنڌ جا عالم خاص طرح گهڻي ڀاڱي سندن شاگرد هئا. مولانا در محمد صاحب جي اها خوش بختي هئي، جو ڏامراهن کان سڌو نورنگ واهه پهچي، علامه مير محمد نورنگيءَ جي درس ۾ داخل ٿيا ۽ درس نظاميءَ جا گهڻا ڪتاب نورنگ واهه ۾ پڙهيائون.

مولانا نورنگي صاحب رح جو به پنهنجي هن شاگرد تي ايڏو راز هو، جو ڪيس گهران ماني کارائيندا هئا، ۽ کيس تهجد گذار ۽ عابد ڏسي دعائون ڪندا هئا. خاڪ صاحب، درس نظاميءَ جا گهڻا ڪتاب اتي ئي پڙهيا ۽ آخر پنهنجي ڳوٺ جي پر ۾ مولانا محمد صالح، ڳاڃي کهاوڙ ڳوٺ واري جي مدرسي ۾ داخل ٿي رهيل ڪتاب اتي پورا ڪري، دستار بندي ڪئي.

مولانا محمد صالح، مونالا محمد پريل جو شاگرد هو، جيڪو وري علامہ عطاء الله فيروز شاهيءَ جو شاگرد هو. اهو سلسلو، سنڌ جي شهداد ڪوٽي استادن سان ٿو ملي.

علم پرائڻ کان پوءِ مولانا در محمد خاڪ صاحب اٺ ورهيہ ساندهہ پنهنجي ڳوٺ ۾ تعليم ڏيندو رهيو، تيرهن سال لعلورانوڪ ۾ پڑهايائون. اهڙيءَ طرح فريدآباد ۽ شڪارپور وغيره ۾ بہ پڑهائيندا رهيا. وٽن ٻارهن عالمن فضيلت جي پڳ ٻڌي.

مولانا خاڪ صاحب، رڳو ظاهري علم پرائي اڪرن ۾ اڙجي ويهي نہ رهيا، پر باطني علم ۽ سلوڪ جي توه، طلب بہ رکندا آيا. ارڙهن ورهين جي ڄمار ۾ سنڌ جي مشهور مفتي ۽ اهل الله علامہ عبدالغفور همايوني جي هٿ تي قادري، سلطاني، سروري طريقي ۾ بيعت ڪري، ذڪر ۽ فڪر ڪي جاري رکيو. اڳتي هلي دادو ضلعي جي مشهور نقشبندي بزرگ مولانا حافظ غلام احمد ملڪاڻيءَ جي هٿ تي نقشبندي طريقي ۾ بيعت ڪئي ۽ ڪين نقشبنديءَ سان گڏ چشتي ۽ قادري ۾ بہ خلافت جو خرقو عطا ٿيو. هن باطني فيض جو مولانا صاحب جي طبع توڙي ڪلام تي وڏو اثر آهي. دل جي رقت ۽ خدائي خوف جو اندازو هن مان ڪري سگهجي ٿو، جو سندن محبوب مشغلو، يتائي

صاحب جي ڪلام جو مطالعو آهي. سوين بيت ڪين از بر ياد آهن. ڀٽائي صاحب جي ڪلام کي جهونگاريندي، سون ڪين ڏٺو آهي ته سندن نيڻ پيا ڳوڙها وهائيندا آهن. سندن ڪسر نفسيءَ جو هيءَ عالم آهي، جو پاڻ کي ڪنهن ڪان وڏو نه ڀائين. مطلب ته ”خاڪ“ جي تخلص جا صحيح مصداق آهن. سندن ڪلام ۾ به انهيءَ اعليٰ ڪردار جون نمايان جهلڪيون نظر اينديون.

مولانا درمحمد ”خاڪ“ صاحب، پنهنجي وقت جا وڏا فقيه ۽ اسلامي علوم جا وڏا ماهر آهن. تصنيف، تاليف به سندن محبوب مشغلو رهيو آهي. هن وقت تائين ننڍا وڏا، اٽڪل روءِ پنجاسي ڪتاب، عربي، پارسي ۽ سنڌي ۾ لکيا اٿن. فقهي مسئلن ۾ فتاويٰ صديقي نالي هڪ ضخيم ڪتاب جوڙيو اٿن، جو سنڌي عالمن جي تحرير نويسي ۽ فقهي تحقيق جو هڪ اعليٰ ۽ عمدو نمونو آهي. اهڙيءَ طرح سندن اشعار تي مشتمل ”ڪليات“ به لکي اٿن، جا سندن وڏو شاعرا نه شاهڪار آهي.

هن وقت مولانا ”خاڪ“ صاحب، حيدرآباد سينٽرل جيل جي جامع مسجد جا خطيب آهن. ان سان گڏ هن پيرانه ساليءَ ۾ به ڪتابن جو مطالعو، تصنيف، تاليف ۽ شعر گوئيءَ جو شغل ر کندا اچن- الله، ڪين سلامت

ڪري، جو سنڌن وجود مسعود سنڌي ادب لاءِ وڏو سعادت آهي.

**— غلام مصطفيٰ قاسمي**

ڊائريڪٽر ۽ ريسرچ پروفيسر
شاهه ولي الله اڪيڊمي، حيدرآباد،
۽ آنريري پروفيسر سنڌي شعبو،
سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو- سنڌ.

٤ شوال ١٣٩٠هه
مطابق ٤ ڊسمبر ١٩٧٠



## نحمده و نصلی علی رسوله الکریم

# تعارف

بعد مدح ميهار معنوي ۽ پڻ مدح مصطفيٰ مدنيﷺ جي فقير پرتقصير نالي درمحمد (خاڪ) صديقي ڪانڌهلوي ولد حضرت مخدوم عبدالرب صديقي کي هڪ ڏينهن اچي اوچتو پهه پور پيو ته "سهڻي ۽ ميهار" جو قصو ڪهاڻيءَ جي صورت ۽ پڻ آڪاڻي جي مورت ۾ آڻي ڪري، موجوده دور وارن کي هن آڪاڻي جي آڙ وٺي ڪري، پنهنجي ميهار معنوي سان روشناس ڪرائڻ جي ڪوشش سبب پنهنجي عمر جو آخرين حصو منهنجي ميهار معنوي جي محبت خيز موجن ۽ اندروني اورن اورڻ جي اوجن ۾ پڪي پرت پچائي پورو ڪرڻ گهرجي؛ تنهنڪري سالن جي سوداء پچائڻ بعد سندس هڪ جوڙو جميل رمزن رسيل جاچ جوچ گهڙي ڪرڻ ڪان پوءِ

هٽ آيو، جنهن جوڙي جي آڙ آشڪار ۾ سهڻي ۽ ميهار جي رمز رندي رچائي وئي آهي.

جنهن سوداءَ سالن جي تي زيرين مصرع خاڪ جي گواهي صادق پڻ ملي رهي آهي ته ”سوداء سيمتن ۾ ڏاڙهي سفيد ٿي وئي، گذري وهي غمن ۾، پيري پديد ٿي وئي!“ رمز شناس روشن ضمير ڪي فقط تمثيل طور سهڻي ۽ ميهار جو مثال پيش آٿي پڌرو ڪرڻ ۾ آيو آهي، وگرنه هرهڪ مرد خواه هرهڪ عورت ڪي پنهنجي پنهنجي بدن ۾ بوءِ بهار جي پيدا ڪرڻ سان ميهار معنوي جي محبت مزيد ۽ الفت ازيد ۾ اچي ڪري سهڻي بڻڻ جو پورو پورو حق آهي؛ ڇو ته دنيا بفحوي الحديث: ”الدنيا دارالمحن - غمن جو گهر ۽ ڏکن ڏکن جي دار پرڪار زار آهي“ تنهنڪري هر سهڻي مياڻي ڪي ڪيئن به ڪري، دردن جو درياءَ امتحاني جهاڳي ساڳي پڻ آزمائش جون لهريون لتاڙي ستاڙي، نيٺ ته ڪڏهن نه ڪڏهن سيڪ سبيل واري سهڻي وانگي پار پهچي پار ڏٺي ڪي پسڻو آهي.

جيئن جو جناب شاه حق آگاه پڻ دنيا جي درياءَ دهشت دار سان سپ ڪنهن سهڻي ڪي هيئن روشناس ڪرائڻ فرمايو آهي ته (بيت):

دنيا سپ درياءَ، ڪو ڪو تارو تنهن ۾،
ڪي لهرين ۾ لڙهي ويا، ڪي طالبن تو ڙاه،
جن جو عشق ساڻ الله، لهر نه لوڏي تن ڪي.

تنهنڪري سڀ ڪنهن سهڻي تي لازم آهي ته دنيا جي درياءَ دردناڪ ۽ سندس لهرين جي لوڏن ۽ پڻ سيرن جي سنڪن ڦنڪن ۽ ويرن جي ويڙهه وارن وڏڪن کان سلامت رهي ڪري، محبت معنوي جي موجن ۾ پاس ٿي، پوءِ پلي ميهار معنوي سان ملاقاتي موجون ماڻي؛ ڇو ته ميهار معنوي کي فقط سهڻي جي سوزگداز ۽ درد دلگداز جي درڪار عليٰ سبيل الامتحان آهي، وگرنه طاعت و عبادت لاءِ ملائڪ ڪرّوبي ٿي ڪافي وافي آهن، تنهنڪري طاعت به اُها اجابت پذير هوندي آهي، جا طاعت پڻ سڪ سوز گداز سان سينگاريل هوندي آهي. جنهن جو هڪ سجدو سوَن ڇا، بلڪ هزارن جو مٽ هوندو آهي، جيئن جو درد دلگداز بابت ڪنهن شاعر صاحب اردو دان فرمايو آهي ته:

درد دل کے واسطے پیدا کیا انسان کو،
ورنہ طاعت کے لئے کچھہ کم نہ تھے کرّو بیاں.

سڀ ڪنهن سُهڻي کي سنڌ هُنڌ گهرجي ته دنيا جي جهان کي نه فقط درد ڏٺي، نهن جي نامدار، پٽ ڏٺي، پوتار، درياءَ جو لقب لاثاني ڏنڻ فرمايو آهي؛ بلڪ خود پاڻ محبوب المنان مصطفيٰ مدني عجيب عرب عدني پڻ حديث حـُب" افزا ۾ هيئن دنيا کي بحرعميق جي لقب سان سڏڻ فرمايو آهي، جنهن حديث جي ترجماني ترجمان حقيقت پنهنجي بيت مذڪور ۾ ڪرڻ فرمائي آهي. اها حديث هي آهي ته:

"الدنيا بحر عميق والمساجد فيها سفينة كسفينة نوح فمن رکب نجي ومن تخلف غرق۔ دنيا درياءُ اونهون آهي ۽ منجهس مسجديون نوح جي ٻيڙين مثال موجود آهن. پوءِ جا به سهڻي ٻيڙين تي سوار ٿي، اها سلامتي سان پار پهتي، پر جيڪا پوئتي رهجي وئي، سا غرق ٿي ٻڏي وئي." حديث مذڪورڪنهن قلمي ڪتاب تان ورتل آهي. تنهنڪري سڀ ڪنهن سهڻي سڪ سبيل رکي ڪري، دنيا جي درياءَ تار مان طلب جي ترهي سان تري تري پار پهچڻ جا ٻليل ۽ ٻهه پور پچائڻان آهن، پر تنهن هوندي به درياءَ دهشت دار جي تار ترڻ ڪا سولي ڳالهه نه آهي، بلڪ اولي ڪان پڻ اولي آهي، جنهن اولي طريقي کي سنڌ جي سرتاج ڏکن جا ڏاج ماڻي هيئن سولو ڪرڻ فرمايو آهي ته جيڪڏهن سهڻي جي سڪ سبيل موجب سندس عشق الاهي آڪيرو هوندو ته دنيا جي درياءَ تار مان سندس ترهو تري پار پهچي پوندو. ڪيس ڪڏهن به درياءَ جي ڪاڻ لهر لوڏي نه سگهندي. جيئن جو بيت مذڪور مان باهر ۽ ظاهر ٿي چڪو آهي.

پر اهو عشق آڪرو به سڀ ڪنهن سهڻي کي مُشترو ٻلئي نه پوندو، بلڪ سرتاج سنڌ جي صلاح پر فلاح موجب ڪنهن به سونهين ساهڙ جي معرفت پلئي پوندو ته پنجي سگهي ٿو. انهي سونهين سلوڪ جي کي ٻت ڏني ٻوتار ٻوڙي ٻاجهه ٻريل سان تمثيل ڏيڻ فرمائي آهي، جيئن جو زيرين بيت مان ظاهر آهي ته

ٻُڏندي ٻوڙن کي کي هاتڪ هٿ وجهن،
ٻسو لڄ لطيف چئي، ڪيڏي منجهه ڪکن،
توڙي ڪنڌي ڪن يا ساڻ هجن سير ۾.

مطلب ته سونهين کان سواءِ سلوڪ جو سفر طي ڪرڻ آسان نه آهي، بلڪ دشوار ترين آهي، تنهن ڪري سڀ ڪنهن سهڻي جديده کي سهڻي قديمه وانگي ڪوبه سونهون ساهڙ ساڻ کڻي بفحوي الکريمه "وابتغوا اليه الوسيلة وجاهدوا في سبليه الايه- يعني ميهار ڏانهن وسيلو وٺي پوءِ سندس سبيل ۾ جهاد جو قدم جهري صورت سان ڌر." پڻ سِڪ جي ميرن ۾ پرت جو پير پائي، سير سهائي گهڻ، وگرنه لهرين ۾ لڙهڻ جو ۽ لوڏن لمن سهڻ جو سخت صدمو در پيش ايندو رهندو، جيئن جو سونهن جي سونهين سرتاج سنڌ فرمايو آهي:

اپر اسونهن ڏيهه گهٽوئي ڏوريو،
سگر ري سونهن پهتي، ڪانه پنڌ ڪري.
ڪنڌي آيي ڪيترين، ساهڙ ساهڙ ڪن،
ساهڙ سندو تن سير سهائي جي گهريون.

اهڙي طرح نيهن ڏٺي جي نقالي ۾ تضمين طور تي فقير "خاڪ" پنهنجو خيال خام هيئن هويدا ڪيو آهي:

## (ت) ابيات خاڪ

(١)

ٻوڙو ٻاجهه ٻريو سهڻي لهي سار،
ڪنڌي ڪري ڪرم سان، تاري منجهان تار،
ٻاجهه ٻريو ٻهار، ٻيلي ٻنهي ڪنڌين.

(٢)

لهرين لوڏا لک سهڻي ستنا سير ۾،
رمزن پري رک ڪڍهن پنجي ڪينڪي.

(٣)

سهڻي- سهڻي سا، ساهڻ جنهن ساٿي،
تري تري تار مان، تار پسي پاڻي،
اڄ اڄ جي اندر ۾، آگ اپر آئي،
پاڙهيءَ تي پاڻي، ميهر ميلئي موج ۾!

(٤)

سهڻيون سڀئي نہ سهڻيون، ڪا ڪا سهڻي ڪونج،
جنهن ۾ بوءِ بهار جي، من جي لاهي مونجهہ،
هوري ٻي ڪيئن هونج، ڪير مٽ ٿئي ڪونج جو!

(٥)

ڪونج بہ ڪرڪڻ ساڻ، هيري هنجهہ هماء،
نيڻ وهائي نديون، نوري نينهن نماء،
آب اکين سان آء، تہ هماء هيرڪي هنجهن تي.

(٦)

هنجهن پاڻي هار، هنجهن ڪي هيراء،
ماڻڪ موتي منهن مٿي لعلون لڙڪ وساء،
ڪونجن جان ڪرڪي ڪري گوڙها گل ڪيراء،
تهان پو توراء تہ سون برابر سيت ٿئي.

**اُنتباهہ**- چاڻ گهرجي تہ لفظ «ميهار» جو اطلاق
سالڪن جي سلوڪ ۽ نيهن ڏٺي جي مشوره ملوڪ

موجب ڏن فردن فريدن تي مدامي مشتمل هوندو آهي. جن ڏن کي ابجدي علامتن موجب نمبروار نروار ڪجي ٿو:

(الف) راه طريقت جي رهبر ۽ روحاني رفيق شفيق سبيل سبحاني تي بفحوي الحديث «الرفيق ثم الطريق». پوءِ جڏهن به ڪنهن سهڻيءَ ڪي سونهين جي سڪ سبيل ۾ سلوڪي فناءَ حاصل ٿيندو آهي ته تنهن کي صوفيانه رنگ ڍنگ موجب فناءَ في الشيخ جو منصب ملندو آهي. انهي منزل جا مدارج ماڻي ڪري، تنهن کان بعد ميهار مدني جي محبت تامه وارو معراج ماڻڻو پوندو آهي، جو معراج مرشد مشفق جي معرفت مهربانيءَ مان حاصل ٿيندو آهي، جنهن جو لقب فنا في الرسول آهي.

(ب) محبت جي مذهب ۽ صوفيانه مشرب موجب ميهار لفظ جو اطلاق پڻ محبوب مدني عجيب عدني جي ذات ستوده صفات تي سچو ثابت ٿيندو رهندو آهي. بفحوي الحديث (المرءَ مع من احب). اهڙي طرح لفظ «پنهل» جو پڻ لفظ «ميهار» وانگي ڏن فردن تي اطلاق ٿيندو رهندو آهي، جيئن جو زيرين پهاڪي پڌري مان پڌرو آهي ته (پهاڪو) هڪڙي پنهل ڪاڻ پانهي سڀ ٻروچ جي. اهڙيءَ طرح فقير خاڪ جي زيرين مصرعه مان پڻ پڌرو آهي ته «ٿينديس پار پنهل جي پانڌياڻي، وٺي رهبر مرشد ملڪاڻي! »تنهن ڪري سيڪا سهڻي سڪ سروري ڪي سانڍهي سلوڪي سير ماڻي

ڪري، فنا في الرسول جي منصب تي پهچندي رهندي آهي، وگرنہ سڪ جي سيرن ۾ پار پهچڻ لاءِ هيئن ٻڪاريندي رهندي آهي، جيئن حاجي خانڻ چنجڻي چوڻ فرمايو آهي تہ ”منهنجا سائين ڳل لائين توڙ تائين اي يار۔ سکهو موٽ سڪ تي سران سير ۾!“)

(ج) لفظ ”ميهار“ جو حقيقي اطلاق فقط ميهار معنوي تي مشتمل هوندو آهي نہ ڪنهن ٻي ميهار مجازي تي، جيئن جو سرتاج سنڌ ميهار معنوي جي ڪنجڪ کي لقب لاثاني ڪنجڪ ڪريم جو ڏيڻ فرمايو آهي: (بيت)

چاڪي وجي چو، ٻيلي ٻيهين ٻين جو،
ڪنجڪ وٽ ڪريم جي، جڳ جو والي جو،
سو ڪو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سان.

پوءِ جنهن بہ سهڻي بيت مذڪور تي عمل پيرا رهي ڪري، سهڻي سڪ سبيل، رمزن رسيل ڪنجڪ ڪريم جي ماڻي، تنهن صاحبہ سياڻي سلوڪي صلاح ۽ روحاني راه موجب لقب لاثاني فنا في الله جو لهڻو، تنهن ڪري تنهن وقت سندس سڪ سبيل سمنڊ جي صورت ۽ مهراڻ جي سورت اختيار ڪرڻ فرمائي ٿي، پوءِ جيئن جيئن ترندي رهي، تيئن تيئن سندس سڪ تار ٿيندي رهي، جيئن جو سڪ جي سمنڊ بابت لطيف لاثاني هيئن فرمائي رهيو آهي تہ (بيت)

سڪ تنهنجي سڀرين، جيئن تران تيئن تار،

تون رهين روح ۾، تون اکين نار،
پرين تہ هجني ٻار، مون کي واجهائيندي ورهہ ٿيا.

پر جنهن سهڻي کي اٿي ويٺي، سمتي ٻيٺي، ميهار معنوي جي پرت پچار هوندي ۽ ميهار معنوي کي ڪڏهن بہ پاڻ کان پري نہ سمجهندي، بلڪ پاڻ سان گڏ سمجهندي رهندي آهي، بفحوي الڪريم ”وهو معڪم اينما ڪنتم“ تنهن کي رات ڏينهن پچا گيچا پڻ پرت پچار فقط ميهار يار جي هوندي آهي نہ ڪنهن بہ ڏنار يا ٻڪرار جي: تنهنڪري ميهار معنوي کي پڻ سندس تن من ۾ تار هوندي آهي، جيئن جو جناب شاه حق آگاه فرمائي ٿو تہ: (بيت)

پڇن جي ميهار جو، پڇي تن ميهار،
فاذڪروني اذڪر ڪم، ياد ڪيو جن يار،
ترهو ٿين پار، عشق جن جو آڪرو.

اهڙيءَ طرح فقير خاڪ جي ڪنهن صوفيانہ ڪافي جو ٿلهہ هيئن ڪم آندل آهي تہ

پاڻ سڃاڻي پاڻ سڃاڻ، پاڻ پري نا پاڻ کون آ.

تنهنڪري سهڻي، لفظ مان پڻ مراد نيهن ڏٺي جي نظريہ نروار موجب هرهڪ مرد خواه عورت آهي. پر مرد خواه عورت پڻ آها، جيڪا ميهار معنوي جي محبت مزيد ۽ الفت ازيد سان مالا مال هوندي ۽ سدائين ساهڙ ڄام جي سڪ پرحق سان سينگاريل رهندي، جنهن جي سڪ سبيل ۽ جذبہ جميل ڪسي بره جي باني،

رهبر روحاني، «بوءِ بهار» جو لقب لاثاني ڏيڻ فرمايو آهي ته (بيت):

ماڻهو سيئي نه سهڻا، پکي نه سيئي هنجهه،
ڪيني ڪيني منجهه، اچي بوءِ بهار جي!

بوءِ جنهن به سهڻي جي سينه بي ڪينه ۽ بدن بي چينه ۾ بوءِ بهار جي موج زن هوندي، فقط آها ئي سهڻي سڏائڻ جي سَنَدَ هت ۾ ڪٺي سگهي ٿي، وگرنه سهڻي سڏائڻ سولو نه آهي، بلڪ اولي ڪان اولو آهي؛ تنهنڪري هرهڪ انسان ذات کي خصوصاً مومن مشتاق کي پاڻ ۾ بوءِ بهار پيدا ڪرائڻ جي پرت پري پياس ۽ آج تي آج آتاڙڻ واري آس. آس ڇا، بلڪ اندر ۾ اوسات آشڪار ۽ تن من ۾ تشنگي تار هجڻ ڪري، سندس تن تسبي مَن مڻيو پڻ دل دنبورو بڻي پوندي. جيئن جو زيرين بيت مان ظاهر آهي:

تن تسبي من مڻيو، دل دنبورو جن،
تند ون تن جي طلب جون، وحدت ساڻ وڄن،
وحدهٗ لا شريک لهٗ، اهو راڳ رڳن،
ستائي جاڳن، ننڊ عبادت تن جي.

پر اِها بوءِ بهار واري نعمت عظميٰ، ڪنهن به سونهين سايه فگن جي صحبت سوني سان حاصل ٿيندي آهي، جنهن جي ساعت هڪ صحبت ڪرڻ ثواب ۾ سؤ سال عبادت جي برابر ٿيندي آهي؛ تنهنڪري اهڙي صحبت سوني وارو هماءِ هدايت ۽ هنجهه حمايت پڻ

ڪنهن خوش قسمت واري سهڻي سوز گذار جي مانڊڻ واري کي پلي پوندو آهي، نہ انڌي منڌي ڪاڻي کي، جيئن جو مولانا رومي صاحب اهڙن همائن جي صحبت سوني بابت هيئن فرمائي رهيو آهي تہ:

يک زماني صحبت با اوليا۔ بهتر از صد سال طاعت بي ريا

پر صحبت سوني بابت ڀٽ ڌڻي پڻ هيئن هوڪو ڏئي رهيو آهي تہ (بيت):

صحبت سپرين جي، هي پڻ وڏي هاج،
قضا ڪر نماز، جو وقت وڃائڻ سترو.

روشن رائي وارن کي صوفين صادقن جي صحبت سوني ڏانهن نہ فقط مولانا رومي ڌيان ڇڪايو آهي، بلڪ پاڻ ميهار معنوي پڻ بفحوي الڪريمہ "ڪونوا مع الصادقين يعني سچن جي صحبت ۾ رهو" صوفين صادقن جي صحبت سوني سان روشناس ڪرايو آهي، ڇو تہ صوفين صادقن ۽ سچن سالڪن جي صحبت سوني سان ئي گهڻي ياڳي صبغة الله سبحاني جو رنگ روحاني لڳڻ ۾ شروع ٿيندو آهي۔ بفحوي الڪريمہ "ومن احسن من الله صبغة يعني ميهار معنوي کان وڌيڪ ڪير احسن رنگ ڏيڻ وارو آهي"؛ تنهنڪري اهو احسن رنگ سچن صوفين صادقن جي صحبت سوني کان ئي عطا ٿيندو آهي، جنهن جي هڪ ساعت صحبت سون سالن جي عبادت کان وڌيڪ ثواب جي ثابتي پيش ڪري رهي آهي.

آهي صوفي صادق پڻ مهراڻ وادي وحدتي جي

آس پاس ميهار معنوي جي ملڪ ۾ خلق ڪان لڪي لڪائي، رهڻ جي عادت ڌارين ٿا. جن ڪي جوڳن وانگي جڳ ۾ جاچڻو ۽ ڳولڻو پوي ٿو. موجب مقوله (لڪا پوڻن لوڪ ۾)؛ تنهن ڪري اهي سدائين مخفي طرح ميهار جي ملڪ ۾ موجود رهندا آهن، جي تائين قيام قيامت قائم تي ڪري رهندا آهن، پر انسان جون عيبن ڀريون اکيون ڪين سڃاڻي نه ٿيون سگهن؛ ڇو ته هو صاحب هميشه ميهار معنوي جي قربن ڀريل قبا هيٺان ڇپايل آهن، جن جي ميهار معنوي ڪان سواءِ گهڻي ڀاڳي ڪوبه ڪونه ٿو سڃاڻي سگهي. اگرچه اهي گمنام گودڙيا ڪڏهن عام خاص سان گڏ سڏ پڻ گهمندا رهندا رهن ٿا، جيئن جو زيرين حديث قدسي مان ظاهر آهي: ”ان اوليائي تحت قبائي لا يعرفهم سوائي.“ تنهن ڪري اهڙن جي صحبت سوني سان مٽن جو مصلو ۽ وجود وحدتي واسجي ربوبي رنگ ۾ رڱجي ريٽو ٿيندو آهي؛ جيئن جو حافظ شيرازي جي ديوان شيرين بيان مان باهر ۽ ظاهر آهي (مصرعه):

بمئي سجاد رنگين ڪن گرت پير مغان گويد،
ڪه سالڪ بي خبر نبود ز راه و رسم منزلها.

هڪ نقل نروار ٻڌڻ ۾ عام جام آيل آهي ته هڪڙي ڏينهن نيهن جي نامدار پٽ ڏٺي ڀوتار وٽ هڪ آدمي هيئن چيو ته جيڪي رنگ رنگين، سي ڪتي ڪنب ڪٽي ويا. تنهن تي نيهن جي نامدار چنڊبه

خيز جواب هيئن ذڪر فرمايو تہ

اڄان رنگ رنگين، ڪل جڳ تائين ڪاپڙي،
ميرا مونائين نيت ڪارڻ ڪپڙا.

تنهن ڪري جيڪا بہ سهڻي صحيح معنيٰ ۾ جوڳيائي تي ڪري، وحدت جي وادي ۾ ميهار ملائڻ وارن کي سڪ جي سيرن ۽ ويرن وچ ۾ ڳولي ڦولي لهندي تہ شايد آهي ليڪل لعل پڻ ليي پڌرا تي پون تہ درين ڇہ شڪ. ڇو تہ نيهن ڏٺي جي نظريہ نروار موجب جنهن ڪنهن کي ماهڙ جو سور سيني ۾ ۽ سوداءِ سر ۾ ساماڻجي، موجزن ٿيو تہ سوا ڪنهن بہ دير مدار ڪرڻ جي ڪيس ميهار پڻ ويج جي صورت اختيار ڪرڻ فرمائي وَر پوندو، پر تنهن ڪان اڳي فقط پاڻ ۾ سڪ سچي جو سوزگداز پيدا ڪرڻو آهي، جنهن سوزگداز تي ميهار معنوي جو معراج ماڻڻ موقوف آهي، جيئن جو جناب جوش ڏٺي حڪيم حاذق بڻي، حڪيم روحاني جي هٿ ڪرڻ جي هيئن صلاح پُر فلاح ڏئي رهيو آهي. (بيت):

جان جان ناهہ ضرور، تان تان ناهہ طبيب ڪو،
جي سريو سور تہ ويج بہ وَر پيو.

جنهن جي تائيد مزيد شيرين گفتار شيرازي هيئن ڪري رهيو آهي:

عاشق کہ شد کہ يار بحالش نظر نکرد،
اي خواجہ درد نيست وگرنہ طبيب هست.

۾ سچي سڪ واري سوز گداز جي گواهي فقير «خاڪ» جي زيرين بيت مان ظاهر آهي. (بيت):

سهڻي فقط نہ سهڻي، سهڻو سوز گداز،
طاعت نہ ڪنهن ۾ تسبي، نہ ڪنهن روز نماز،
نہ ڪنهن حج عمره، نہ ڪنهن مهر مجاز،
رکي ادب اياز، ماڻيائين ميهار کي.

ايضاً- سچل سرمست ديوان آشڪارا ۾ فرمايو آهي:

زاهدان را نصيب روز نماز،
عاشقان را نماز سوز گداز.

رمز شناس کي روشن رهي تہ جڏهن لفظ انسان جو ئي روح المعاني تفسير جي رائي روشن موجب (آنس) وروح ڪان ورتل آهي، تڏهن تہ انسان ذات کي صحيح صورت ۽ سهڻي سيرت ۾ انسان بڻي وحدت جي وادي ۾ ويهي، فقط ميهار معنوي سان وقت بوقت وروح وڻ گهرجي، وگرنہ رڳو ڦڪو حيوان وانگي خورد خواب تي گذر سفر ڪرڻ جي معنيٰ پاڻ کي بفحوی الکريمہ (اولئک کالانعام) جو حقدار بڻائڻو آهي، جا ڳالهہ عقل نقل جي بلڪل برخلاف آهي. اهڙي صورت جي سهڻي کي، سونهن سهڻن وٽ چا، بلڪ سونهن جي سرڪار وٽ بہ ڪو وزن ۽ وقار ڪونہ آهي، تنهن ڪري سوا سونهہ سيرت جي فقط صورت جي سهڻي ڪنهن بہ حيوان درندہ پکي پرندہ تي ڪابہ فضيات پائي نہ ٿي سگهي، چہ جائيکہ ملکوتي مرتبو ماڻڻ، جيئن جو حضرت

سعدي صاحب فرمايو آهي تہ (بيت):

چو انسان نداند بجز خورد خواب،
كـدامـش فضيلت، بود بـردواب.

تنهن كري سڀ كنهن سهڻي صورت واري عورت خواه مـرد كي سيرت سهڻي ڌارڻ سبب فقط ميهار معنوي جو ماڻ مرتبو ممتاز ڇاڻي، نہ رڳو پڳو پاڻ كي دنيا جي فاني مطلبن ماڻ ۾ مشغول رهي كري، پورو پورو فنا كري ڇڏي، جن مطلبن كان منهن موڙڻ جي صلاح جناب شمش العلماة مرزا قليچ بيگ صاحب هيئن ڏني رهيو آهي- (ثلهم كافي)

دنيا ۾ دل جو مطلب پورو ٿيو تہ ڇا ٿيو،
آخر ملي تہ رب ملي، جي پيو مليو تہ ڇا ٿيو.

تنهن كري پاڻ كي پرت پڇاڻڻ خاطر ۽ جناب ميهار وحدت جي وينجهار سان محبت ملهائڻ سبب سهڻي كان سچي سڪ جو سبق سكي، جا سهڻي سڪ سمنڊ جي پهرين سوداگر آهي، جنهن كي عشق اعظم جو علمبردار سڏجي تہ محبت جي مذهب ۾ قابل قبول آهي. هن مدح جي مستحقہ آها سهڻي سوزگداز جي سائڻ آهي، جنهن جي پاڻ ساهڙ سائين هيئن ساراهہ كرڻ فرمائي آهي تہ:

«فاذ كروني اذ كركم- اي سهڻيون توهان منهنجو ذكر كريو، تہ مان پڻ توهان جو ذكر كريان» .

اهڙين صفتن سان سينگاريل سهڻي ڏي سيرن ۽ ويرن

پڻ لهرين کي لتاڙي ستاڙي پار پهچي ڪري، پار ڏٺي
کي ڏسي پسي هٿ ڪري سگهي ٿي، تہ پي ڪا
جهڙي تهڙي. آخر آهو جميل جوڙو جنهن کي سهڻي
جديده ۽ ميهار جديد جي آڙ ۾ آڻي، سهڻي قديمہ ۽
ميهار قديم جي ياد ملهائي وڃي. سو جوڙو جميل
رمزن رسيل فقير کي مهراڻ وادي جي آس پاس وحدت
ڪالوني جي وڻندڙ وڻڪار ۾ هٿ اچي ويو. جن جي
آڙ وٺي نہ فقط سهڻي ۽ ميهار جي ياد ملهائي وئي آهي،
بلڪ انهن جي آڙ ۾ جناب ميهار معنوي جي موجن
ماڻ جي ڪوشش جاري ساري رکڻ ۾ آئي آهي تہ
من سهڻي وانگي، سچي سڪ رکڻ پڻ پرت پڪ پيش
سبب لهرين جي لوڏن ۽ ويرن جي وبال ۽ جرمن جي
جنجال کان ايمان جا متاع ۽ سامان بچائي، سلامتيءَ
جي ساحل تي پار پهچي پار ڏٺي کي پسڻ گهرجي.

آخر هٿ وجهڻ سان فقير کي حمايت حق جي
حاصل ٿي، تنهن ڪري تبارڪ جي توفيق رفيق سان
هڪ ڏينهن وحدت ڪالوني ۾ وڃي ڪري، وحدت جي
وينجهار جناب "اجمل بيگ صاحب "اجمل" عجيب ۽
محترمہ پياري نياڻي ملڪه نيڪ نصيب سان ملاقات
مفيده ماڻي حظ حاصل ٿيو. جن هٿان تحفه طور ٻہ ڪتاب
مليا: (١) مسڪين جهان خان کوسو، (٢) سندس تبصرن
جو رسالو: دل جو دل ۾ خيال آيو تہ جنهن جوڙي
جميل هٿان هي تحفہ عبرت خيز عطا ٿي چڪو آهي،

جنهن ۾ جناب محمد بخش "مجنون" جديد پنهنجي محبوبہ ليلي جديده کي نہ فقط ڀلاين سان، بلڪ براين سان پڻ پرده دري ڪان ڪم وٺي ڪيس ياد ڪيو آهي، تنهن ڪري مسڪين ڪوسه جو قصو گويا فقير لاءِ مُحرّڪ ڪارڻ بڻجي آيو تہ جڏهن مسڪين جهڙي ساده صورت کي "مجنون جديد" "ليلي قديم" جي آڙ ۾ آندو آهي، تڏهن چو نہ مان پڻ هن جوڙي جميل رمزن رسيل کي سهڻي ۽ ميهار جي آڙ ۾ آڻي ڪري، سهڻي قديم ۽ ميهار قديم جي ياد ملهائڻ جي صورت وٺڻ واري اوٽ ۾ آڙ ۾ پنهنجي حقيقي ميهار جون موجون ملهائي مائجن تہ تن آخرة لاءِ ثمره نجات بڻڻ جو باعث بڻي.

حاصل ڪلام تہ جيئن بلوچ صاحب مجنون جي نظر زورد اثر ناگاه ليلي جديده تي پئي، تيئن فقير "خاڪ" جي رب پاڪ جي توفيق رفيق سان نظر نتيجه نگر پڻ هن جوڙي جميل سهڻي جديده ۽ ميهار جديد تي اوچتي پئي، جي بئي جٽان صورتي ۽ سيرتي صفتن سان هر طرح سينگاريل آهن. جن جو ذڪر خير آڪاڻي جي آڙ ۾ پنجتن پاڪن جي برڪت ڀري ڀلائي موجب ڪجهہ نہ ڪجهہ اجمالي طور تي پنجن قسطن ۾ پورو ڪيو ويو آهي. مطلب تہ هر ملاقات کي قرب ڀري قسط جو رنگ ڏنو ويو آهي. جن قسطن کي گهڻي ڀاڱي نثر ۽ نظم سان ملائي سلائي، سينگارڻ جي ڪوشش

ڪرڻ ۾ آئي آهي. جنهن آڪاڻي جي اگهڻ جو سرٽيفڪيٽ فقير ڪي روبرو سهڻي ۽ ميهار ڪان راحت افزا صورت وٺي عطا ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري جيئن ”مجنون جديد“ پنهنجي ”محبوبہ ليليٰ“ جي قسمت جو فيصلو عوام جي هٿن ۾ ڏنو هو، تيئن فقير ڪي پنهنجي آڪاڻي اگهائڻ لاءِ عوام جي رائي روشن وٺڻ ڪان اڳيئي آڪاڻي اگهڻ جو انعام ذي احترام عطا ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري فقير ڪي عوام تائين فيصلہ نيڻ جي ڪابہ ضرورت ۽ احتياج ڪونہ آهي. باقي خاص عالمن اديبن اڳيان هن آڪاڻي جي اگهائڻ جي اپيل جاري ساري آهي.

امید تہ هي ناچيز محنت آنهن اديبن ۽ عالمن وٽ پڻ اگهڻ جو انعام وٺي ماڻيندي تہ درين چہ شڪ. جڏهن فقير ڏنو تہ ميهار جديد پڻ ميهار قديم وانگي مرتبہ ممتاز جو مالڪ آهي ۽ سهڻي جديده پڻ سهڻي قديمہ وانگي ميني صفتن سيرتي توڙي صورتي سان سينگاريل آهي، تڏهن فقير پڻ سندن ذڪر خير ڪي هي نالو مبارڪ ڏيڻ پسند ڪيو آهي تہ:

”موجوده دور جي سهڻی ۽ ميهار“ فقير جي نظر ناقص ۾ اڄ ڪلهہ جي اديبن اڳيان شايد هن نمونہ سان صوفيانہ رنگ ڍنگ تي سهڻي ۽ ميهار جي صورت وٺي ڪوبہ رسالو نيهن جو نياپو نرالو نروار نہ ٿيو هوندو، تنهن ڪري ادب نوازن اڳيان هي ناچيز محنت ۽ ڪاوش قلبي شايد قبول پوي. قبول پوڻ جي

صورت ۾ شڪريہ گذاري زرين مقولہ سان جاري رکڻ ۾ ايندي:

گر قبول افتد زهے عز و شرف!

**فقير ابوالاقبال درمحمد "خاڪ"**

صديقي ڪاندهلوي سيف سبحاني
سرپرست: اداره سبحاني مجاز حضرت ملڪاني
في‌الحال امام مسجد نوراني سينٽر جيل خاني
مورخ ٢ سٽمبر ١٩٧٠ع

٧٨٦

# قسط پهرين

قانون ڪليه موجب ڏکن پٺيان سکن جو سهارو بفحوي الڪريمه (انّ مع العسر يسرا) جي ڏک سکن جي سونهن ثابت ٿيا. جيئن جو نيهن جي نامدار پٽ ڌڻي پوتار زيرين بيت ۾ فرمايو آهي- (بيت):

ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن تون،
جني جي وروح ويجهو ڪيس وصال ڪي.

آخرڪار ڏکن ڏولاون ڪانڻ ڪان پوءِ، هي ڏينهن خوشي ۽ خير جو پڻ اچي ويو، جنهن ڏينهن کي اندروني الهام خوش انجام موجب عيد جو ڏينهن سمجهي، مون فقير درمحمد کي چند ڏينهن کان جو خيال ماضي هو، اڄ جڻ نئين صورت وٺي نروار ٿيڻ لڳو. موجب مقوله زيرين - (مقوله): (هڪ ملان ۽ سانگ، جاڏي ڀارو تاڏي ڀانگ)- اهي ۽ سانگ جن ڏانهن تن من جي تانگهه هئي، سي هي هوا: (١) آب هوا وڻن جو آر، (٢) ميهار جديد جي جاچ ڪرڻ جو اوڻار- جيڪو چند سالن کان وٺي ڪري

مـَن ۾ موج زن ٿي رهيو هو. انهن پنهي سانگن ڪي آڙ ۾ آڻي، سانـگ سفر جي سانـگي، شهر ميهڙ مان پنهنجي نورچشم نياڻي عطا محمد خان ايڊوڪيٽ سان گڏجي سڏجي، تاريخ ١٧ ماه جون ١٩٧٠ع تي نيـڪري سڪري قربن پري ڪونڙي ۾ آياسون. پڻ اتي ئي رهڻ جو رايو رکيوسون، ڇو تہ ڪونڙي جي آب هـوا گهڻي ڀاڳي حيدرآباد ۽ هيرآباد جي هيرن کان گهڻو ڪٺر نظر آئي؛ تنهن ڪري هيرآباد جي هيرن تي بہ ڪونڙي جي آب هوا کي وڏيڪ ترجيح طور اهميت ڏيڻ ۾ آئي. ٻيو ڪونڙي کي هن ڪري پڻ اهميت ڏيڻ ۾ آئي، جو مهراڻ واديءَ جي وٽندڙ ڪناري تي برپا ۽ پڻ پائيدار آهي.

فقير جي فوري منزل ڪونڙي شهر شاندار ۾ ويتر هنين سبب هجڻ ڪري پڻ ٿي پئي- آهو سبب سهوليت وارو هي هو، جو ڪونڙي ۾ پنهنجو پيارو عزيز جناب ڊاڪٽر رٽائرڊ نالي محمد بخش ڪاندهلوي مقيم موجود هو، جنهن جي اوطاق عبرت ناڪ تي رهڻ جي رمز رچائي وئي، ڇو تہ انهيءَ اوطاق ۾ هرطرح جو بندوبست اطمينان بخش موجود هو، جهڙوڪ پکو ۽ غسل خانہ وغيره. چند ڏينهن گذارڻ کان پوءِ اوچتو اچي پورن مٿي پهہ پور پيو تہ ڪونڙي درياءَ کي گهڻي ڀاڱي وادي مهراڻ سان ياد ڪيو ويندو آهي. گهڻو ڪري ميهار پڻ پراڻي عادت مالوف موجب پاڻي ڪانجهي جي

سهوليت ۽ سولائيءَ سبب پنهنجون محبت پريون ميهون ڪاهي وادي مهراڻ جي آس پاس يا ڪپ ڪناره تي رهڻ جي رمز رچائيندا آهن، تنهن ڪري دل جو دل ۾ سوا ڪنهن ٻه دم دير ڪرڻ جي ڇيم تہ ڇو نہ وادي مهراڻ جي ڪناره يا آس پاس جي وڻاٽن مان جناب ميهار مطلوب جي جاچ جوچ ڪري، پڻ سندس رهڻ جو پتو ڪرو لهڻ گهرجي. جيڪڏهن لـڌو تہ من ماني مراد ماٺڻ پڻ پوري ٿيندي، وگرنہ ڪوشش ڪرڻ ڪاميابي جي ڪُنجي آهي، تنهن ڪري ڪڏهن نہ ڪڏهن نيٺ تہ ڪاميابي پلئہ پوندي، ۽ جُستجو واري جفاڪشي ڪاڻ ڪري، جڳ جهان ڪان جُس پڻ ڪٿي پوندي. جيئن جو جَس ڪٿڻ بابت جَس ڏٺي مهراڻ جي مقبول موتي پنهنجي دهان درخشان مان هيئن فرمايو آهي تہ (بيت):

جَسُ جفاري نہ نهي، آهي جفا وارن جَس،
سُتين ساٿ وڃائيا، تون گولي ڇڏ نہ گس،
آتـي پنهل پس، سير سان هلي سسئي.

آخر جاچ جوچ ڪندي ڪندي هڪ ڏينهن جـاچ جي جار جذبہ ڪان حقير جي هوش ڪي هيئن هـوش اچڻ لـڳو تہ اج ميهار مطلوب جي جاچ ڪارڻ وڃي ڪري، مهراڻ جي مور جناب مولانا غلام محمد گرامي صاحب جو برڪت ڀريو در پُر گوهر ڪڙڪائجي تہ مَن مهراڻ جي مور ڪان سنئون سڌو ميهار مطاوب جو

پتو ڪرو پنهنجي وجي تہ ممڪن آهي نہ ممنوع. انهيءَ اندروني الهام جي ذريعي نيٺ شهر ڪوٽڙي کان نڪري رڪشا تي راڪب ٿي ڪري سڌو گاڏي ڪاتي ۾ پهچي مهراڻ جي مور جي ملاقات عشرت آيات ماڻي ورتي. گهڙي ڪن گذرڻ بعد جناب گرامي صاحب پنهنجي گرامي گفتار سان اٿي بيهي فقير جو تعارف جناب موجوده ممتاز فرد فريد سان ڪرايو. بعدہٗ سائينءَ ممتاز فرد سان فقير کي هيئن روشناس ڪرائڻ جي ڪوشش جاري ساري رکي وئي تہ هن صاحب سهڻي جو نالو سهڻو مادري اجمل بيگ مرزا آهي، جو فرزند ارجمند، جناب شمس العلماء مرزا قليچ بيگ خان بهادر صاحب جو آهي. تنهن سان گڏ هڪ عالم اديب، ادب، تهذيب ۽ اخلاق جهڙين خصلت جي خوبين جو والاريل پڻ سهڻي سيرت ۽ صورت سان سينگاريل آهي. خوش قسمت ڪري، پڻ هڪ خوش نصيب نوجوان آهي. آءٌ ٻڌڻ سان ٿورو حيرت زده ٿي ڪري، پڻ هڪدم هوش سنڀالي هن نوجوان هوشيار همايون بخت سان هڪدم اٿي هٿ ملايو ۽ ڏاڍي خوشي ٿيڻ لڳي، جنهن خوشي جو ڪارڻ ٻہ سبب زيرين هوا:

(١) ديرينه تمنا جا پوري طرح خوشنما تعبير ظهور پذير ٿي رهيا هوا، (٢) مهراڻ جي مور وٽان برابر اندروني الهام جي تصديق تام عشرت انجام ٿي رهي هئي. ڇو تہ جنهن ميهار جديد جي جاچ جوڇ ۾ پاڻ پتوڙي

رهيو هوس، آهو مهراڻ جي مور معرفت نا گاه دستياب ٿيو. باقي حيرت زده هجڻ جو قابل ذڪر ڪارڻ هيءُ هو تہ فقير هن ڏينهن ڪان اڳ حيدرآباد ۾ هيرآباد سان ٽي سال سارا همنشينيءَ جي حالت ۾ روشناسي ڪري رهيو هو، ڇوتہ حيدرآباد جي گردنواحي ۾ نارا جيل جي سرڪاري مسجد نوراني جو لڳو لڳ پيش امام ٿي چڪو هو، پر تنهن هوندي بہ جناب مرزا قليچ بيگ شمس العلماء صاحب جي ڪنهن بہ فرزند فائق لبيب لائق ڪان باوجود شوق شديد جي ملاقات عشرت آيات حاصل نہ ٿي.

پر الحمدالله جو اڄ مهراڻ جي مور معرفت هن گوهر ناياب ۽ ماڻڪ موتي مهتاب سان سالن ڪان بعد سندس اوچتي ملاقات ٿي ويئي، جنهن جي هيئن جهٽ پٽ ملڻ جو خواب خيال بہ ڪونہ هو. هن اوچتي ملاقات واري خوشي ۾ مون فقير وڏي خوشي سان سندس خدمت گرامي ۾ هڪدم هڪ ڪتاب نالي خزانة العارفين تحفہ طور تي پيش ڪرڻ گهريو، جنهن جناب پڻ خوشيءَ ڪان فقير جو ڏنل هديه محبت پڻ قبول ڪرڻ فرمايو. بعده' اجمل عجيب عنايت ارزاني ڪان ڪم وٺي پنهنجو حاتمي هٿ دارز ڪرڻ فرمائي، فقير کي هڪ ڪوپ ڀرپور چانهہ جو چڱي چاه سان ڀري پياريو. چانهہ پيئڻ شرط آتي جو اتي فقير کي توري فڪر ڪرڻ ڪان پوءِ اندروني الهام ٿيو تہ

جنهن ميهار جديد جي چاچ جوچ جاري ساري هئي، اهو
بن گهريو ميهار هي هستي ئي تي سگهي ٿو، نه ڪو ٻيو
پيو. جنهن تي هي قرينو پڻ گواه قوي آهي ته جڏهن
ميهار قديم سان سهڻي قديمه جي پهرين ملاقات پڌري
ٿيڻ لڳي هئي، تڏهن به سهڻي قديمه کي پنهنجي ميهر
پرور ميهار هٿان پهريون ئي سڪ جي سُرڪي جو
پُر پيالو پيئڻ لاءِ نصيب نروار ٿيو هو، تنهنڪري
فقير کي پڻ هن ميهار جديد هٿان ميهار قديم وانگي
چانهه جي صورت ۾ سڪ جي سرڪي جو فقط پُر
پيالو نه هو، بلڪ جڻ ته نيهن جو نياپو نرالو هو،
جنهن نياپي نروار جي گواهي صادقه موجب هن اجمل
عجيب نوجوان خوش نصيب فقير کان لقب لاثاني
ميهار جديد جو لهڻو. آخرڪار مون پنهنجي مَن ماني مراد
پوري طرح ماڻڻ تي پنهنجو پاڻ سان دل جو دل ۾
فيصلو اٽل ڪيو ته بس، جيڪڏهن ميهار جي
لقب لاثاني لهڻ جو لائق آهي ته اهو اجمل آهي، نه
غير اجمل؛ پر انهي رندي راز کي في الحال ظاهر نه
ڪرڻ ۾ آيو، بلڪ راز کي راز ۾ رکڻ جي ڪوشش
جاري ساري رکي وئي. جيئن جو پٽ ڌڻي پوتار پڻ
راز کي راز ۾ رکڻ جي هيئن پٽ پرائي ڪرڻ
فرمائي آهي ته (بيت):

نهائين کان نيهن، سک سنهنجا سُپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري.

گهٽي گفتار گرامي احسن انجامي ڪرڻ کان پوءِ وداعي جي وائي شروع ٿيڻ لڳي. نہ فقط اجمل عجيب نگار نجيب کي وداعي جي وائي وات ۾ آئي، بلڪ انهيءَ سان گڏو گڏ فقير کي پڻ اجمل سان وائي اجمل ۾ شرڪت جو شرفِ گران مايہ حاصل ٿيو، تنهنڪري فقير اِيا رمز ٻريل راز موجب اندروني اشاري سان چڻ هيئن چئي رهيو هو تہ:

اڄ تہ هاڻي موڪلايون، پو ملڻ آهہ يا نصيب! تہ آخر اسان ٻنهي گڏجي سڏجي، جناب مهراڻ جي سور گرامي صاحب کان موڪلايو. پوءِ ٻئي گڏجي مهراڻ جي آفيس کان اجمل انيس سميت ٻاهر نڪتاسون. ڏٺو ويو تہ در جي ٻر واري ڳليءَ ۾ هڪ ڪار مزيدار اجمل ڳنڍهار جي بيٺل نظر ۾ آئي. جنهن قربن ٻري ڪار ۾ جناب ميهار جديد ٿيڻ وارو، جنهن جي اچان ڪيس خبر ٿي ڪانہ آهي، پر مندس ڪراماً ڪاتبين کي پڻ خبر شايد ڪانہ هجي، موجب زيرين گواهي مصرعہ جي: (مصرعہ)

ميانِ عاشقان معشوق رمزي است،
کراماً کاتبين را هم خبر نيست.

جناب اجمل عجيب هڪدم ڊائيور جي صورت اختيار ڪرڻ فرمائي. قربن ٻري ڪار ۾ ويهڻ شروع ڪرڻ فرمايائين. ويهڻ شرط فقير کي پڻ فرمايائين تہ اچو اچي ڪار ۾ ويهو. جتي بہ حڪم ڪرڻ فرمايو، آتي

چڏي اچڻ لاءِ حاضر آهيان. تنهنڪري اسان ٻئي پڻ سندس حڪم جي تعميل موجب ڪار ۾ چڙهي سوار ٿي نهي نڪي ويناسون. ويهڻ شرط دل جو دل ۾ خيال آيو ته هن ميهار جديد جي، هي ٻي مهر جديده ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي، جنهن پڻ دوباري فقير جي رمز پريل راز کي ويتر پخته ڪان پختو بنائڻ گهريو. جناب جن اسان کي سوسائٽي سرڪاري جي سامهون هلي هلي اسٽان لارين وغيره تي چڏيو. اتي لهي سهي نئين سر سڪ صادقه سان هڪبئي کان دوباري موڪلايو ويو. شايد وداعي وقت پڻ جناب اجمل صاحب عهد اجمل ڪرڻ سان فقير کي روشناس ڪرايو ته آءٌ جلد اوهان ڏانهن پنهنجي تاليفات سان ڪو ڪتاب تحفي طور موڪليندس .

خير، اسان اتان موڪلائي لاريءَ جي ذريعي سوار ٿي ڪري، خير خوبيءَ سان ڪوٺڙي پنهنجي رهائش واري مڪان تي پهتاسون، پر پهچڻ کان پوءِ به هي سارو راز سهٽي جديده ۽ ميهار جديد جو ساڳي طرح راز جي رنگ ڍنگ تي پنهان ٿي ڪري راز ۾ رهيو، پڻ ڪڏهن به پڌرو ڪرڻ ۾ نه آيو، تنهنڪري هي مٿيون سارو بيان اجمالي اشاره طور تي فقير جي هيٺين بيتن سان گهٽي ياڳي ظاهر ۽ پڌرو ٿيندو رهندو. جن بيتن ۾ نه فقط ميهار جديد جي گفتار مزيدار آهي، بلڪ انهيءَ جي اوٽ ۽ آڙ ۾ مهر پرور ميهار معنوي سان

پڻ اورن اورڻ جون اوجون ۽ معرفت ماڻڻ جون موجون ڀرپور موجود آهن، جي پڻ عبرت خيز اکين لاءِ آشڪار ٿي رهنديون ـ موجب مصرع زيرين سعدي شيرازي جي:

هر برگ سبز در نظر هشيار ـ
هر ورق دفتر است معرفت کردگار ـ

پر غير لاءِ شايد محرومي جو باعث بڻنديون رهن ٿيون تہ ڏرين ڇہ شڪ، جيئن جو جناب سرتاج سنڌ پڻ پنهنجي پرت نامي يعني رس ڀريل رسالي ۾ هيئن رمز رندي رچائي آهي، جو سهڻي ۽ ميهار جي فقط آڙ وٺي ڪري، پنهنجي حقيقي ميهار سان تشنگي تحقيقي موجب اندر جون اورون اوري رهيو آهي، تيئن فقير پڻ مسندس تابعداري تخيل واري موجب انهيءَ ئي رنگ ڍنگ کي گهڻي ڀاڱي ڪم ۾ آڻڻ جي ڪوشش ورتي آهي، تنهنڪري سيڪنهن سهڻي جهان جي کي سجاڳ ڪرائڻ لاءِ پنهنجي مهر پرور ميهار معنوي سان روشناس رکائڻ جو پاڻ کي باعث بڻايو آهي. ڇو تہ نينهن ڏٺي جو نياپو نروار پڻ نيهن نباهڻ جي صورت ۾ سيني سهڻين سان سهڻو واسطو رکي ٿو، جيئن جو فرمايو اٿن ـ (بيت):

پڇن جي ميهار جو، پڇي تن ميهار،
فاذڪروني اذڪرڪم ياد ڪيو، جن يار،
ترهو تنين پار، عشق جن جو آکرو.

تنهنڪري فقير خاڪ جا هي هيٺيان بيت پڻ معنوي توڙي مجازي ماسن سان ڀرپور آهن. گويا شاه حق آگاهہ

جي بيت مذڪور جا ڇهه ته تضمين طور تي شرح شافي وروح وافي جو ڪم پڻ ڏئي سگهن ٿا. پر ڪوبه رمزشناس رند ادب نواز ادب پسند خيال خورسند جو خاوند هجي، جو عبرت خيز اکين سان ڏسي وائسي انصاف ڪان ڪم وٺي ڪري، پاڻ عمل پيرا رهي، ٻين کي پڻ عمل ڪرائڻ جي اپيل جاري ساري رکڻ جي ڪوشش ڪندو رهي- بفحوي الڪريمه(وتواصوابالحق). وگرنه، عاقل کي اشارو ٽوڙي کي ٺارو، وارو معاملو موجوده دور ۾ گهڻي ڀاڱي هلي چلي رهيو آهي.

## ابيات فقير خاڪ جا

(١)

مُرڪي سون ميهار مليو اڄ مهراڻ ۾،
ڪوڪون ڪارون ٿاب پيون، لٿا غم غبار،
"گرامي" گفتار، ملي مون ميهار ڪئي.

(٢)

ملي مون ميهار ڪئي، مِٺي قيل مقال،
گرامي گفتار سان، ساٿيم جوت جمال،
نيڻن ساڻ نهال، ڏنم منهن ميهار جو.

(٣)

گرامي گفتار سان، ساٿيون سون ميهار،
لڪين لائق لطف ٿيا، مٺي مون لڪ ٻار،
چاني جي جيار، مليو سون مهراڻ ۾.

(٤)

ڪلي ملي پاڻ ۾، ڪنڊون ڪير ٿياس،
ويو وڇوڙو وچ مون، گرامي گڏياس،
پڪي تنهن پياس، سڪندي جنهن لئي سال ٿيا.

(٥)

ميهر مخفي مَن ۾، وائرليس لڳل،
من جي خبر ميهار ڪي، پوي پئي پلپل،
آگاهي "اجمل"، سدا ساهڻ چام ڪي.

(٦)

ميهر منهنجي مَن ۾، مان پڻ ميهر مَن،
روح رچي رينو ٿيو، ڏسڻ ۾ ڏون تَن،
هي نہ جدا هُن، حد ٻنهي جي هڪڙي.

(٧)

حد ٻنهي جي هڪڙي، وحدت ڪالوني،
ٿِي شفاعت شاه جي، شفقت ڪالوني،
اجمل ڪان اجمل رهي، شوڪت ڪالوني،
رحمت ڪالوني، سدا سهڻي مير ٿي.

(٨)

ساهڻ جي سينگار ۾، سهڻيءَ جو سينگار،
نحن اقرب نيهن جو، ڏٺي ناهي ڏار،
وحدت جي وڻڪار ۾، وحدت جو وينجهار،
صدقي سير صد بار، سهڻي ساهڻ چام تون.

(٩)

مسڪن مون ميهار جو، وحدت ڪالوني،
وادي وحدت ڪونڙي، پاسي ڪانُ گوني،
آتي هادي جون پنڌم، هوڳارون هوني،
ميهر سان مون ني، ملي ملاقاتون ڪيون.

(١٠)

ڪنڌي مٿي ڪيتريون، ساهڙ ڪي سارين،
سوا سودي سير جي، مٿان پيون مارين،
وادي وحدت پار ڏي، واڳ نہ جي وارين،
تار نہ تن تارين، جن سيرڙو واريو سير ڪان.

(١١)

پاٿهيءَ پاڻ ميهار، ويهاريو منجهہ ڪار،
وحدت وادي جو ڏسي، وحدتي وينجهار،
پهچي پيس پل ۾، سوساڻي سرڪار،
قلبي ڪوٽ ڪنار، وحدت ڪالوني وهي.

(١٢)

مٿڪ سٿهن سي سهٽيون، ساهڙ جي جن سار،
لڳن لات لطيف جي، لنؤ لنؤ منجهہ لڪار،
ڪڙهيون ڪڙهن قلب ۾، هاري هيرن هار،
ساري سڀ ڄمار، ميهر تن جي مَن ۾.

(١٣)

سير سهائي سير ۾، گهڙيون سي چڙهيون،
ساهڙ جن سائي، سي سوجون ڪن مڙهيون،
پڙهيون اٿ پڙهيون، پرت پچائي پار ڏيون.

(١٤)

پڙهيون اڻ پڙهيون، پرت سان تين پار،
سک جي سيرن وچ ۾، تري ترن تار،
اولهه ڏي عامي ترن، تون ترج اوپار،
ساهڙ سج سرڪار، سائي سونهون سير ۾.

(١٥)

سِڪي سِڪي سِڪو، تون سهٽي وانگي سِڪ،
جهڪي جهڪي جڳ تي، تون جهڪڻ ڪان وڌ جهڪ،
هِڪ ٿي هلي هرڪو، تون هڪ سان ٿي وڃ هڪ،
ڊوهي ڊوڙ نه ڊُڪُ، هِڪُ ٿي ميل ميهار کي.

(١٦)

لوڪان لِڪي لوڪ،تون لِڪليڪن ڪان،
او تي اڄ اندر جي، اڄ آڻ ايڪن ڪان،
سک نياپو نيهن جو، نانگن نيڪن ڪان،
انڌن اوڪن ڪان، پڇي پري پنهان تي.

(١٧)

ڪِيل نه ڪِيلڻ گهوريو، رئج راتيون رت،
چوري چرخو چور تون، ڪپه قلبي ڪت،
واڪا ڪندي نه وت، پوڙو نارهه پروچ تو.

(١٨)

موتي وسن منهن تي، سوتي سيهن ڏسي،
ڏيهه ڏسي ڪينڪي، فقط ڏينهن ڏسي،
شوقي شينهن ڏسي، لڙڪ نه ڏسي لوئنبڙي.

(١٩)

لڙڪ نہ ڏسي لوئنبڙي، لڪي لوڪ لڪاءِ،
روئي روئي رت ڦڙا، رُنل راءُ رجهاءِ،
وجه وجه الله ۾، ہي ڏي ڪين وجهاءِ،
رُنڻ واري راءِ، رڪي رسجي راؤ ڪي.

(٢٠)

ڏنو ڏيهہ ڦٽني ڪري، اڻ ڏِٺ تي رکہ آر،
اکيون کولڻ بند تون، پورڻ سان رک پيار،
مَن گهريو ميهار، مَن ۾ سُرڪي ماڻ تون.

(٢١)

ڪين گهرجي ڪونڙي، قلبي ڪپي ڪوٽ،
جنهن منجهہ ٿئي ميهار جي، چار چشمي چوٽ،
ريجهن تي ريجهون تين، بسيون پريون بسڪوٽ،
رونن مٿي روٽ، ڪائي ڪوڪو خوش ٿئي.

# قسط ٻي

اڄ اٽڪل ٤ بجه شام بمورخه ٢٣ جون ١٩٧٠ع تي جناب مولانا محترم غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب وٽ فقير جي ملڻ جو پڪو پروگرام هو. آني درايت خيز اڪيڊمي ولي الله شاه اندر ويس تہ ٻيا ڏسان تہ مون کان اڳي مولانا موصوف جي خدمت ۾ مهر پريو ميهار موجود آهي، جنهن جي دوباري ديدار کان ڄڻ دوباري حوصلہ افزائي جو ثبوت پيش ڪري رهيو هو. جتي هن نوجوان بخت نشان حاتم طبع انسان، فقير خاڪ کي سواءِ ڪنهن ٻہ گهر ڪرڻ جي تحفه طور تحفه موعوده جي عنايت ارزاني ڪرڻ سان همت حاتمي دراز فرمائي هيٺن ڏيڻ فرمايو:

(الف) شاه نامه منظوم — پنهنجو تاليف ڪيل،

(ب) تحريرون ۽ تقريرون — جناب شمس العلماء قليچ بيگ مرزا صاحب جو تيار ٿيل.

هي نوجوان نہ فقط صورت ۽ سيرت وغيره ۾ اجمل آهي، بلڪ قدرت ڪيس جناب شمس العلماء جي ذريعہ سان نالوئي سهڻي ۾ سهڻو اجمل بيگ ڏيڻ فرمايو آهي. هي صاحب عمر جي لحاظ کان فقير جي ناقص نظر ۾ ۽ فهم فڪر ۾ تقريبي طور تي ٥٠ سال جي ساک پري ٿو، پر جڏهن لڪيل عمر بابت ڪانئن پڇا ڳاڇا ڪرڻ ۾ آئي تہ پاڻ پڻ لڪيل عمر جي تصديق فرمايائون

نہ تکذیب. هي صاحب پڻ پنهنجي پيءُ وانگي اديب، عالم، شاعر ۽ ادب نواز پڻ صاحب تاليفات جو آهي. سندس علمي استعداد- سنڌي، اردو، فارسي، عربي کان آگاه. انگريزي ۾ ايم-اي جي ايمي تي چڙهيل معلوم ٿئي ٿو. جنهن جي پوءِ تصديق پڻ ڪرائي وئي. حاصل ڪلام تہ هي صاحب نہ فقط گهڻي تاليفات ڪرڻ ڪري گوهر ناياب آهي، بلڪ گهڻن صفتن سان سينگاريل هجڻ سبب پڻ ممتاز درجي جو مالڪ آهي.

(٢) تہ هي صاحب پنهنجن پائرن ۾ ڳاٽيني واري ڳوت موجب (٧) نمبر نروار ۾ شمار آهي. جيئن جو هتي جناب شمس‌العلماء قليچ بيگ صاحب جي اولاد جي لسٽ نالن سميت نروار ڪرڻ ۾ اچي ٿي:

(١) نادر بيگ مرزا، (٢) اختر بيگ مرزا صاحب، (٣) همايون بيگ مرزا، (٤) الحاج اسد بيگ مرزا، (٥) مولانا الحاج افضل بيگ مرزا، (٦) اڪمل بيگ مرزا، (٧) اجمل بيگ مرزا (ميهار جديد)، (٨) ادهم بيگ مرزا، (١٠) اصغر بيگ مرزا، (١١) اطهر بيگ مرزا. جملہ مٿيان صاحب، علم و ادب ۽ شعر و شاعري سان شغف ۽ شوق رکندڙ آهن، ۽ اهي صاحب پڻ تاليفات ۽ تصنيفات جا مالڪ ٿي چڪا آهن، جن مان سندن ڪيترا ڪتاب ڇپيل ۽ ڪيترا اڻ ڇپيل آهن.

بعدهٗ جناب مولانا قاسمي صاحب جي محفل مٿل رمز رتل ۾ ڳڻن پريون ڪيئي ڳالهيون هلي چلي رهيون

هيون. ڳچ ڳالهين ڪرڻ کان پوءِ، فقير جي من ۾ اندروني آگاهي ٿي، تہ جناب اجمل بيگ صاحب کي، سيني صفتن سان سائينءَ سينگارڻ فرمايو آهي، پر سندن سرور ۾ اڃا ڪا هڪ ڪمي رهجي ويل آهي، سا ڪمي سندس نورچشم پر نور جسم سان دور ڏي سگهي ٿي.

فقير اندروني اشاري موجب هوريان ڪري ڪانئس پڇيو. پڇڻ تي پنهنجي اندروني الهام جي تصديق ۽ تحقيق، هن ميهار جي گفتار گوهر فشان واري گواهي صادقه سان پڻ ثابت ٿي چڪي. جنهن جوان، پنهنجي گواهي ۾ هيئن فرمايو تہ "برابر مون ۾ اها ڪمي موجود آهي." فقير پڻ همدردانہ صورت ۾ ڪيس ڪنهن روحاني علاج سان روشناس ڪرائڻ جي صلاح پُر فلاح ڏني؛ جنهن تي نوجوان نهايت نهال نهال ٿي، روحاني علاج ڪرائڻ لاءِ هڪدم آماده ۽ تيار ٿي ويو، تنهنڪري وڏي توجهہ تام سان فقير کي گذارش ڪرڻ فرمايائين تہ "اوهان مهرباني فرمائي، اسان جي خسخانه تي تشريف فرما ٿي ڪري، پڻ پر درد دعائن ڪرڻ سان سرفراز فرمايو تہ نهايت نوازش ٿيندي."

فقير جناب قاسمي صاحب کان موڪلائي، سائنس گڏجي سڏجي ٻاهر نڪتو. ٻاهر نڪرڻ کان بعد جناب قاسمي صاحب ميهار جديد ۽ فقير سخن سديد ٻئي ڄڻا ڪار ۾ ڪارگر ٿي ويٺاسون. ڏسڻ ۾ آيو تہ ڪار

ڪاردار جي انگشتي اشاره سان تمام تيز رفتاريءَ سان هلي چلي رهيا هئا، تانجو اچي وحدت ڪالوني ۾ پهتا. فقير لهي سندس حڪم موجب سندس دولت سراءِ ۾ قدم ڌريو. ناگاه نظر ۾ آيو ته سندس برڪت ڀريل بنگلي جي اوپر ۾ هڪ ڪمرو محفل سراءِ لاءِ موجود هو، جنهن ۾ ڪيئي ڪوچ ڪرسيون، ٽيبل ميزون ترتيب سان رکيل موجود هيون. جنهن جي در جو دروازو خوشنما رنگين ڪپڙي سان ڍڪيل هو. تنهن لٿي کي ٿورو مٿي کڻي فقير پڻ ميهار مهر پرور سان گڏجي سڏجي، ڪنهن هڪ ڪوچ تي ويٺو. تنهن کان بعد جناب ميهار صاحب پنهنجي سهڻي کي اردو زبان ۾ سڏي سمجهائي ڪري، فقير سان تعارف ڪرايو. تعارف ڪرائڻ بعد سندس سهڻي، ادب اخلاق کان ڪم وٺي، سهڻي نموني سان اٿي اچي فقير جي آجيان ڪئي.

هن گهر جي ڏياٽيءَ جو نالو مبارڪ 'ملڪه مهر نگار' پڌڻ شرط دل جو دل ۾ چوڻ لڳس ته هي نيڪ بخت نينگري، صورت ۽ سيرت ٻنهي سان مزينه ۽ سينگاريل سمجهڻ ۾ آئي: تنهنڪري هي پري پيڪر پناٽي، نيڪ دختر نياٽي برابر فقير جي نظري انتخاب ۾ ميهار جديد لاءِ سهڻي جي لقب لائاني لهڻ جي هر طرح حقدار آهي. وري عجب تي عجب هي نظر ۾ نروار ٿي آيو ته نه فقط صورت ۽ سيرت ۾ هي جوڙو جميل سرسري صفتن ۾ هڪٻئي جو ثاني آهي، بلڪ ٽالن

ٿوڙي لقبن ۾ پڻ وڏي ۾ وڏي مناسبت نظر اچي رهي آهي. جيئن جو هو صاحب اجمل، ته هي سائڻ سلڪه موسل. جيڪڏهن اجمل جو لقب ميهار، ته ملڪه جو لقب پڻ سهڻي مهر نگار موزون آهي، نه غير موزون. جوته هي نياڻي نماڻي، نظري نظر انتخاب ۾ ته فقير وٽ قابل قبول ٿي آهي، پر عملي نظريه موجب نظر عبرت ڪي ڦيرائي ڏٺو ويو، تہ عملي نقطهٔ نگاه ۾ پڻ نيڪ بخت مذڪوره پهريون نمبر پاس ٿي، جوته جهڙو اٿڻ ويهڻ ۾ ادب اخلاص، تهذيب ۾ سيرت اخلاق، گفتار ڪردار، ملڻ ڪلڻ ۽ پڻ چڱي چال چلت، گهرو ڪاروبار، شيوه شاندار ۾ پڻ پوريءَ طرح پيراسته آراسته آهي. باقي علمي نڪتهٔ نگاه ڪان سنڌي، اردو، سرائڪي ۽ انگريزي ۾ ميٽرڪ پاس. ادب ۾ اديبه چند تاليفات جي تاجدار آهي. جنهن جي عمر اٽڪل ٣٠ سالن جي ذري گهٽ اڪ پري ٿي. مطلب ته سهڻي پڻ پنهنجي ميهار وانگي هر طرح هشيار ۽ چست چالاڪ ۽ اهڙي طرح صوفيانه سلوڪ سمجهڻ ۾ ميهار جديد وانگي پڻ نهايت سياڻي هجڻ سان گڏ ڪن قبوليت جي مالڪياڻي آهي؛ جوته محفل متل ۾ لطيفي لات عبرتي آيات ڪي جيئن سندس ميهار منٺار سوچي سمجهي رهيو هو، تيئن هي سندس سيرت سهڻي سهڻي پڻ ڪن ٿي ڪري، پڙهڻ ۽ پرجهڻ جو پورو پورو پارٽ پڏرو ڪري رهي هئي، تنهنڪري ايترن صفتن صورتي توڙي سيرتي

سان سينگاريل جوڙي جميل رمزن رسيل ڪي جي ٿئي فقير جي نظر انتخاب ۾ جڻ ته گلاب جا گل آهن، تن گاان ڪي اچا به فقير بلبل وٽان لقب لاثاني 'سهڻي جديده' ۽ 'ميهار جديد' جو نه ملي ته پوءِ گويا انصاف جو خون لازم ايندو، تنهنڪري هن بي مثال انتخاب جديد ۾ گهڻي پاڳي فقير ڪان غلطي ڪانه ٿي هوندي. وڏيڪ راز جو علم راز ڏني ڪي آهي.

لڪ لڪ ٿورا آنهيءَ ميهار معنوي جا، جنهن ميهر پرور مون فقير جي پراڻي مَن ماني مراد هن جوڙي جميل رمزن رسيل جي ذريعي جي ٿئي جٽان وحدت ڪالونيءَ جا وينجهار ۽ پڻ واديءَ مهراڻ جي ڪنار جا همڪنار آهن، تن جي پرت پچار سان پوري ڪرڻ فرمائي، جيئن جيئن هو 'ميهار قديمي' ۽ سندس 'سهڻي قديمه' ٿئي مهراڻ جي آس پاس جا رهاڪو هوا، تيئن تيئن هي 'ميهار جديد' ۽ 'سهڻي جديده' پڻ وادي مهراڻ جي آس پاس وحدت ڪالونيءَ جا وڻجارا وينجهار ثابت ٿيا آهن. هائو، هيترو ضرور پنهي قديمن ۽ جديدن جي درميان ۾ فرق نظر ڪي منظور آهي، جو ميهار قديمي درياءَ جي هن پار جو رهاڪو هو ۽ هي ميهار جديد هن پار جو رهاڪو آهي. اهڙيءَ طرح هو ميهار ميهن جو ميهار هو، ۽ هي ماڻهن جو ڏنار آهي.

سهڻي قديمه سيرن جون سٽون ۽ لهرين جا لوڏا لما لهي سهي، پوءِ مس مس پنهنجو ميهار ماڻي پار پهچي ڪري پار

ڏٺي جي پسڻ جو مرتبو ماڻيائين، پر انهيءَ لاءِ ڪيس
ڪيئي حيلا هلائڻان ۽ جتن ڪرڻان پيا هوا، جيئن جو
ڪونيارن جون گهڙيي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪاٺيون ڪيڻ
۽ اونداهين جا اولاڪا ڪاٽڻ. ازانسواءِ لهرين جا
لوڏا لما لهڻ ۽ گرمين سردين ۾ جهنگ جرّ جهاڳڻ
پڻ وقت بوقت پورن پوڻ تي وڍرن سان وڙهڻ وغيره
وغيره. انهيءَ جي مقابلي ۾ سهڻي جديده سهڻي قسمت
سڏبي، جو ڪيس پنهنجو پرت پريو ميهار سوا ڪنهن به
ڏکن ڏاکڙن ڪاڻ جي ۽ سوا ڪنهن به امتحاني
آزمائش وٺڻ جي، پاڻهيءَ گهر ويٺي سَنَ مانيون مرادون
مرڪي سرڪي ماڻي رهي آهي، تنهنڪري ڪيس اهڙي
خوش قسمتي تي صدبار چيا، بلڪ لک بار آفرين ڪرڻ
۽ مبارڪ ماڻڻ جي مستحق ۽ حقدار آهي. نہ فقط ايترو،
پر جيڪڏهن فقير ”خاڪ“ خيالاٺي ڪي سندن پهرين
ميلاپ جي آلاپ گوش گذار رهي هان ۽ سندن شادي
خانہ آبادي واري رات پره ڦٽي پريات جو پتو ڪرو
پئي هان، تہ انهيءَ رات ڪي معراج جي رات سان تشبيهہ
طور تي تمثيل ڏئي، پنهي گلن جي گڏجاڻي ۾ شايد
فقير جي وات مان هنن واٺي وائجي وڃي ها تہ (سهرو):

هئي گڏيا تم گل، اڄ ڪا رات معراج جي
(۱) ڏسي هوتن جو حسن هزارين، چمن ڪي چوطرف چوڌاري-
ڦيرن پيا بلبل (۲) سهڻي جي هو سهڻي نہ آٺاني،
هي آمائش، هو آ پانهي- غلط ثاني غلغل. (۳) پلي ميهر

سهڻي ماڻي، سهڻي سونهين گهر جي ڏياڻي- وڻي وهم محفل.
(۴) سهڻي سيڪ سان ساهڙ ماڻيو، هرڻ اڪيو ڏاهڙ ماڻيو-
شادي جا تہ شغل. (۵) ميهر جو مٽ ماڻهو ناهي،
ڏڻي دل سان ڏاهيس ڏاهي- حورن ڪيا هل هل.
(٦) خاڪ خوشي ڪان سهرو ڏاهيو، سهڻي ناتو نيهن
نباهيو- ڏرن اڪيون اجمل.

فقير پڻ محفل سري اجماي ڪي جا محفل سري
هرطرح ترتيب سان سينگاريل هئي، تنهن ڪي فقير
پنهنجي قصيده مدحيہ پُردعائيہ ۾ جو قصيده سهڻي ۽
ميهار ڏانهن ڏپال رستي روانو ڪيل هو، تنهن ۾ محفل
سري ڪي فقير جي طرفان لقب گلشن پربهار يا گلشن
وحدت جو ڏنل آهي. اهو گلشن پربهار جو لقب لاثاني
ٻن وجهن جي ڪري، محفل سري مذڪوره ڪي ڏنو
ويو آهي. (الف) جنهن زمين زرخيز تي هرطرح جا گل
ڦل موجود هوندا آهن، عرف عام موجب تنهن ڪي
گلشن پربهار جو لقب لاثاني ڏيڻ زيب آور آهي،
تنهنڪري جتي هنن ٻنهي گلاب جي گلن يعني سهڻي
۽ ميهار جي رهائش آهي، تنهن ڪي پڻ گلشن وحدت
يا گلشن پربهار سڏڻ مباح، نہ گناه. (ب) وجهہ هي
آهي تہ جنهن بہ محفل سري ۾ گان قديمن خواه جديدن
جون ڏوڪريون ڇا، بلڪ ڪبٽ ۽ الماڙيون پرپور
هجن، جن مان قسمت سانگي ڪيئي بلبلا اچي اچي
واس پر پياس وٺي ڪري، بوءِ بهار جي حاصل ڪرڻ

۽ حظ ماڻيندا رهن، تنهن ڪري پڻ گلشن پربهار سڏڻ
هر طرح سونهين ٿو، تنهنڪري هن محفل سريل جني
باغ ۾ پڻ اڳوڻن اديبن ۽ جديدن جا ڪيترا ڪتاب
ناياب گلن جي صورت وٺي ڪري سهٽي ۽ مبهار جي
هٿن مبارڪن ڪان تحفه طور تي گلدسته سوغات ٿي
مليا هوا، جن جي بوءِ بهار ڪان پر دماغ ٿي ڪري،
قصيده جي ڪنهن به مصرعه ۾ هيئن چوٽو پيو ته
(ملاقات مخفي ملي بو- بهار)

---

١٣٩٠ هه

تنهنڪري جڏهن بوءِ بهار جي گهٽي ياڳي گلشن
پربهار ۾ موجود هوندي آهي، تڏهن تنهن محفل سريل
جي باغ مان خواه باغ وارن مان ڪيئن نه بوءِ بهار
جي حاصل ٿيندي رهندي. جنهن بوءِ بهار تي مٿيون
مصرعو خاڪ جو گواه صادق آهي. آخرڪار ڳٺن پريون
ڳالهيون نه ڪنڻ جون، نه چنڻ جون، تنهنڪري
ڪوبه مرد خواه عورت جيڪڏهن سهٽي ۽ ميهار وانگي
ڳٺن پريو ڳانڍاپو ڳنڍيندو رهندو ته ڪڏهن به پرت
پراڻي ٿيڻ واري نه آهي. جيئن جو ڪنهن به پرت
جي پوڄاري زيرين بيت ۾ فرمايو آهي ته (بيت):

پنڌ اڳي دل پوءِ، پانڌي پنڌ نه آڇهي،
هينئڙو ڪڇي تند جان ڇنو پوي پوءِ،
ڳنڍيندڙ ڪو هو ۽، ته پرت پراڻي نه ٿئي.

ڳالهيون ڪندي ڪندي، ڳالهين جي دوران ۾

جناب ميهار جي روبرو، سندس سهڻي مالڪ مهرنگار
ڪي فقير هيئن چيو ته اوهان مهرباني ڪري ڪجهه
تڪليف وٺي ڪري، فقير جي ڪتاب (الوحي الوفي
في وجوب الذڪرالخفي) جو ترجمو اردو ۾ ڪري ڏيو،
ڇو ته فقير ڪان ڪيترن مهاجرن وغيره اردو ترجمه
جي طلب ڪئي آهي. تنهن سهڻي صاحبه خوشيءَ سان
ترجمو ڪرڻ قبول ڪيو آهي ۽ عنقريب انهيءَ ڪم
۾ هٿ وجهڻ جو پڻ عهد انجام ۽ پرت پريو پيمان
پڌرو ڪرڻ فرمايو آهي. اميد ته جناب سهڻي جديده
جلد ۾ جلد پنهنجي پيمان کي پاڙي پيارڻ جي پوري
پوري ڪوشش جاري ساري رکندي رهندي.

---

## عبرت خيز ابيات خاڪ

(١)

مرڪي مون ميهار لئي، مَن ڪيو مسڪن،
ميهر ميهرنگار ڏي سونهي مَن محسن.
وحدت منجهه وطن، سانگي ساهڙ جي ڪيم.

(٢)

اديون اجمل جڳ کان ساهڙ جو مينگار،
وحدت ڪالوني اندر محفل مون ميهار،
هاري هيرن هار، سوهيم مَن ميهار جو.

(٣)

مـوتي منهنجي منهن تي، وسيو پيا وسن،
گُل تي گوڙهن واريون، لعلون لڙڪ لين،
ميهر ٻئي ونن، موتي منهنجي مُنهن جا.

(٤)

ماڻڪ موتي مُنهن جا، ميلن ساڻ مهانگ،
سوَ سوداگر جوهري، موتن جي ڪن مانگ،
ساهڙ ساڻ سهانگ، هيڙي ماڻڪ منهن جا.

(٥)

سهڻيون سڀ سهڻيون، جي ساهڙ سان سهڻيون،
مهڻيون من مهڻيون، جي ميهر من موهيون،
ڪُهڻون سڀ ڪهڻيون، جي قربن سان ڪهڻيون،
رهڻيون سڀ رهڻيون، جي ريهن من ميهار جو.

(٦)

وحـدت وادي وچ ۾، آج تي اج آثـار،
ساري عمر سَنج ۾، آجو تي تہ گـذار،
ٻـاڻي تنهنجي ٻـار، اڄي ٻاڻ آجو ٻڻي.

(٧)

اڄي آج اوساڻ سان، ٻاڻي تو وڻ ٻاڻ،
ٻاڻـي ٻـاڻي تـي ٻـوي، آج ذمي آهڃاڻ،
جاڻي جي تون جاڻ، ٻاڻي ۾ هو ٻـاڻ ٿي.

(٨)

ٻـاڻـي ۾ هو ٻـاڻ ٿـي، ٻـاڻـي پياري،

پـاڻهئي پرت پيار سـان جي جـي جياري،
ڪنهن کي نہ وساري ڏات، ڏڻي هن ڏيهہ جو.

( ٩ )

ڏات ڌڻـي هن ڏيهہ جـو، ڏيهن جـو ڏاتار،
سهڻين کي سڏڙا ڪري، پري چڙي پوتار،
ڍڪي ڍڪڻهار ڪو، جنهن جون ٻہ ڪچائيون.

( ١٠ )

منهنجي هـن ميهار جـو، خزانو اڻ ڪٿ،
ڏرسائي نـہ ڏيـڻ ۾، ڪونهي ميهر مٽ،
سهڻي تي سير سٽ، ماڻڪ گهور ميهار تون.

( ١١ )

ماڻڪ موتي مال، ڇا صدقو ڪر سير ساه،
ميهر ماڻي ماڻ تـون، جو شفقت پريو شاه،
سڪي جي سانباه، ساهڙ ماڻـي سڀ جـو.

( ١٢ )

وحـدت ڪالـوني وهـي، تـارن مٿي تـار،
گـوني پاسي ڪـان رهي، قلزم بي ڪنار،
هيرا لعل هـزار، مـوتـي ميهر مـٿ ۾.

( ١٣ )

موتي مـٿ ميهار ۾، سهڻي کي تـو سڏي،
پيهي منجهہ پاتـار، پڻ گـوهر گنج گڏي،
هلي ڏئـي هٿن مان، والـي واڪ وڏي،
آئي جا نـہ تـڏي، خالي موٽي خير ڪان.

(١٤)

سهڻي هن ميهار جي ملڪه مهرنگار،
سوا سنڻن سير جي، ماٺيائين ميهار،
اجمل سان اقرار، پاڙيائين تہ پريت جو.

(١٥)

سهڻي ۾ اجمل وحدت کي ويجهو وسن،
لهرين جي لوڏن ڪنا، بچيون پيا تہ بچن،
ڪيليون خوب ڪيلن، ٽانگر جي ٽاري ڏسي.

(١٦)

گلشن وحدت جي اندر، ٽانگر شال ٽلي،
ڏسي گلشن جو ڏٽي، ڪيليون خوب ڪيلي،
هوڪو هيءُ هلي، تہ وحدت وٺي واسجي.

(١٧)

وحدت جي وڻڪار ۾، پاسي ڪان گوني،
مينهن ۾ ميهار جي، لارچڙن سوني،
هوگاري هوني، وڏيون وادي وچ ۾.

(١٨)

ميهون مون ميهار جون، چرن ساوا گاه،
'ڪنڊيون پوريون' ڪاريون ويتر وٺن واهہ،
ميهر جي ميهن جي، ڏيهن ۾ پٺي ڏاهہ،
چري منجهان چاهہ، سهون موچاريون ٿيون.

(١٩)

سهڻي جي سيڪ جو سمنڊ ڇا ٿاني،

سمنڊ سهڻي جو ٻٽيو، ڏن پرو ڏاني،
ميهر ميهراني، سهڻي کي سهڻو ڪيو.

(٢٠)

پوريون پئي پور، اندر واري آگ،
دوري وارو دور، چاپر دور ڪنا ٿي دور،
ميهر وٽ منظور، مخفي ٻاه ٻره جي.

(٢١)

دري کان ديدار، ڏسڻ ڏکيو ڏيهه ۾،
اندر آئينو ڪري، پس پرين جو پار،
آفاقي آثار، پوري ميل ميهار کي.

(٢٢)

لڪي ڇپي لوڪ کان، دري دل جي کول،
جهاتي پائي جي ۾، قولي سينو قول،
ڳلي ڳجهي ۾ ڳول، ڳڻ پريل ڳڻهار کي.

(٢٣)

رکي ڇپ ڇپن تي، زبان تارون لاءِ،
رمز ربوبي راز سان، رڳون روح رچاءِ،
لڪي ليئو پاءِ، دري کولي دل جي.

(٢٤)

دري کولي دل جي، الف تي رک آر،
لکيون لک الف کي، هينين تي هر بار،
من ۾ پو ميهار، ماڻج مخفي مام سان.

(٢٥)

سھڻي ڪسي سھڻو ڪيو، فقط سوزگداز،
نہ ڪنهن طاعت تسبي، نہ ڪنهن روز نماز،
نہ ڪنهن حج 'عمره'، نہ ڪنهن مهر مجاز،
رکي ادب ايساز، ماڻيائين ميهار کي.

(٢٦)

سدا سھڻي سر تي، تاج ادبي آهہ،
تنهنڪري تنهن تي رهي، مهرنگار نگاه،
اجمل عيدگاه سھڻي جي سينگار ۾.

(٢٧)

پيهي پيهي پاڻ ۾، حجن ڪر هزار،
مڪو مدينو من ۾، قلبي ڪوٽ قرار،
من گھريو ميهار، من ۾ ماڻي ماڻ تون.

---

مورخ ٢٤ جون ١٩٧٠ع

# قسط ٽين

اڄ اٽڪل ٦ بجه شام، مورخ ٢٥ جون ١٩٧٠ع
۾ جناب مرزا اجمل بيگ صاحب سيهار جديد ۽ سهڻي
جديله دختر ملڪه مهرنگار ڪي دعا ڪرڻ ۽ دعا
ڏيڻ يعني روحاني علاج سمجهائڻ لاءِ ميثاق مرعود
موجب وحدت ڪالوني منجهه آيس. گهر جي در واري
گهنٽي وڄائڻ بعد، جناب سهڻي صاحبه فقير جو آواز
سڃاڻي اندر اچڻ جو حڪم جاري ڪرڻ فرمايو. اندر
اچي ڪري، ساڳي محفل سراءِ جي باغ پربهار ۾ داخل
ٿي ويٺس. فقير جي ويهڻ کان پوءِ ٿوريءَ دير لاءِ،
سهڻي صاحبه اکين کان غائب ٿي وئي. گهڙي کن
گذرڻ کان پوءِ پسڻ ۾ پڌرو آيو ته پاڻ سڳوري
چڱيءَ چاهه سان ٻه ڪوپ چانهه جا ۽ هڪ بسي
بسڪوٽن جي ڀريل کڻي حاضر ٿي ڪري، وڏي ادب
۽ تهذيب سان اچي ميز مبارڪ تي رکڻ جي ريت
ادا ڪرڻ فرمايائين. سندس آرڊر ۽ حڪم تي فقط
هڪ بسڪوٽ ۽ هڪ ڪوپ چانهه جو فقير واپرايو.
پڻ هڪ ڪوپ پاڻ پيئڻ شروع ڪيائين، فراغت بعد

مون ڪيس علاج روحاني راه ريت سمجهائڻ ڪان پوءِ، ڪيس دعا خير جي پڻ ڏيڻ ۾ آئي. بعده' ڪائونس پڇيا ڪيم ته:

"اي نورچشم نياڻي، ڪجهه پنهنجي ميهار قربدار جو پڻ پتو ڪرو ڀلا ته ڪيڏانهن ويل آهن ۽ ڪڏهن موٽي وٺاڻن تي ورڻ فرمائيندا؟" جواب مليو ته "پاڻ صاحب مهر ڀريو ميهار ڪنهن ڪم سانگي شهر ڏانهن نڪري ويل آهن، اجهو چاڻ اچڻ وارا آهن، توهان ڪوبه فڪر نه ڪريو، بلڪ آرام سان ويهو. سائين مڙئي سٺائي ڪرڻ فرمائيندو. توهان ڪو ڏهاڙي ته اسان وٽ ڪونه ٽا اچو. آخر دعا تعويذ جي تعميل ڪرڻ ڪان پوءِ، پياري نياڻي فقير ڪان پڇيو ته "چيا، اسان جي باري ۾ ڪجهه استخاره پڻ ڪرڻ ۾ آئي آهي يا نه؟" فقير جواب ۾ چيو ته "استخاره ڪرڻ ۾ آئي، استخاره جي اشاره موجب ڌڻي تعاليٰ توهان کي پنهنجي عنايت ارزاني ۽ فضل فراواني ڪرڻ سان هڪ نورچشم نالي جميل احمد بيگ صاحب عنقريب عطا ڪرڻ فرمائيندو، تنهنڪري توهان ڪڏهن به ڌڻي پاڪ جي دربار اقدس مان هرگز نااميد نه رهو، بلڪ اميد آسري واري پهلو کي بلڪل پڪو پورو رکو. موجب آنت زيرين بيت پٽ ڌڻي جي- (بيت):

ليلان ليلهائيج، اڳيان آنڙ جام جي،
ليلهائي نه لهين، ته وري به ليلهائج،
پاند ڳچي ۾ پائيج، سڄڻ ٻاجهارو گهڻو.

انهيءَ بيت پڙهڻ سان شايد ڪيس وڌيڪ پنهنجي ڏٺي پاڪ تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي. آخر گهڻي مدت گذرڻ کان پوءِ، پڻ گهڻو انتظار آشڪار ٿيڻ لڳو، ڇوته ٧ بجه تائين ته جناب ميهار اجمل صاحب جو وحدت ڪالوني ڏانهن ورڻ ڪونه ٿيو. دل ۾ خيال آيو ته هيتري دير مدار ڪرڻ جو ڪارڻ شل ڪو خير جو ڪارڻ ٻڻي. انتظار ڪرڻ جو ڪارڻ سهڻي جي طرفان ته هن سبب ڪري هو ته هن ڪي هڪ ساعت ساهڙ کان جدا رهڻ جي معنيٰ ڄڻ سال برابر نظر ۾ نروار ٿي آئي؛ ڇوته سندس ساه جو سينگار ئي ساهڙ هو، ۽ سندس من ماني وروح پڻ اندر جو آنس ئي فقط ميهار جي محبت مزيد ۽ الفت ازيد هئي؛ تنهنڪري گويا ميهار ئي فقط هن صاحبه جي هيڪلائيءَ جو همدرد همراه ۽ پڻ پرت ڀريو پشت پناه هو. جنهن صاحبه جي سڪ سبيل رمز رسيل پياري ملڪه ڪي سهڻي جو سهڻو لقب لاثاني ڏياريو؛ تنهنڪري سندس سڪ سچي ۽ پرت پڪي ڪي جناب سرتاج سنڌ سمنڊ بي ڪنار سڏڻ فرمايو آهي؛ جيئن جو زيرين بيت مان پڻ ظاهر آهي ته (بيت):

سيڪ تنهنجي سپرين، جيئن تران تيئن تار،
تون رهين روح ۾، تون اکين ئار،
پرين تنهنجي پار، مون ڪي واجهائيندي ورهه ٿيا.

تنهنڪري هي سهٽي جديده پڻ سهٽي قديم وانگي پنهنجي همدرد همراه پڻ پشت پناه ميهار جديد لاءِ گهڙي گهڙي منتظر رهي ڪري، اجمل جي اچڻ لاءِ دروازه ڏانهن اکيون انتظار جون کڻي رهي هئي. اگرچه فقير جي فائده رسان صحبت مؤثره ڪيس ڪجهه نه ڪجهه آٿت ڏئي رهي هئي؛ جو ته فقير پڻ سانس همدردانه ڳالهيون ائين ڪري رهيو هو، جيئن جو پدر شفقت پـرور پنهنجي دختر نيڪ اختر کي نيڪ نيتيءَ سان دم دلاسا ڏيندو رهندو آهي؛ پر تاهم ڏسڻ ۾ ٿي آيو ته گهٽي ياڳي سندس مَن ميهار جي اچڻ لاءِ ماندو ۽ مائل هو؛ تنهنڪري سندس انتظار جون اکيون هرهر دروازه ڏانهن واجهائي ۽ پڻ تڪي رهيون هيون. گويا جيئن هن سهٽي قديمه جي سڪ ساهڙ کان سواءِ لوڪ ڏٺي نه لهندي هئي، تيئن هن سهٽي جديده جي پـڻ پنهنجي ميهار جديد کان سواءِ سڪ نه ٿي لٿي، جيئن سندس سڪ سبيل جي پٽ پرائي زيرين بيت پٽ ڏٺي مان ظاهر آهي- (بيت):

اڄ پـڻ اکڙيـن، سـڄـڻ پنهنجا ساريا،
ڳلن ڳوڙهڻ جون، بوندون بس نه ڪن،
سـنـدي سـيـڪ پرين، لوڪ ڏٺي نه لهي.

مطلب ته هن سهٽي جديده جو سهٽي قديمه وانگي فقط سوزگذار پنهنجي ساهڙ اڳيان اگهاٽل هو، نـه طاعت ۽ تسبي، جيئن جو زيرين بيت «خاڪ» جي مان ظاهر آهي ته (بيت):

سهڻي فقط نہ سهڻي، سهڻو سوزگداز،
نہ ڪنهن طاعت تسبي، نہ ڪنهن روزنماز،
نہ ڪنهن حج عمره، نہ ڪنهن مهرمجاز،
رکي ادب اياز، ساڻيائين ميهار کي.

پڻ اهڙيءَ طرح فقير پرتقصير جي انتظار ڪرڻ جو ڪارڻ پڻ هي هو تہ جنهن ميهار جديد جي ڇاڇ جوچ سالن جا سال کائي ڇڪي هئي، سو ميهار مس مس مهراڻ جي مور معرفت مليو، تنهن جي صحبت سڪ پڻ پرت پڪ ڪرڻ لاءِ، وحدت ڪالوني ۾ ڇيا، بلڪ سندس محفل سري واري باغ پر بهار ۾ سندس ملاقات ماڻڻ لاءِ، اتفاقي اچڻ ٿيو، پر افسوس جو تنهن اجمل عجيب جو اجان تائين تہ ديدار نصيب نہ ٿيو. ڇو تہ جنهن ساهڙ جديد جي آڙ ۾ انهيءَ ساهڙ حقيقي جي حُب تشنگي طلب پُر جذبہءِ جميل ۾ سڪ سبيل سرزد ٿئي، تنهن ساهڙ جي سڪ سبيل ۾ نہ فقط هي فقير قائل آهي، بلڪ سوين سهڻيون سندس سڪ ۾ سڪنديون رهن ٿيون، تنهن ڪري اهڙي ساهڙ سپرين جي سڪ ۽ پرت پڪ کان ڪيئن فقط هي پوڙهو پاڻ کي پري ڪرڻ گوارا ڪري، ڇوتہ جنهن بہ چيز سان مون پاري ناچيز جي پرت پديد ٿيندي آهي، تنهن کي ڪڏهن بہ فراموش نہ ڪيو آهي، بلڪ گهڻي ياڱي ڪيس ياد ڪيو ويندو آهي، جيئن جو انهيءَ نظريہ نروار جي پٺ پرائي هيٺين حديث سان هويدا آهي تہ

«من احب شيئاً اكثر ذكره- جو جنهن چيز سان محبت مزيد رکندو آهي، اهو انهي کي گهڻو ياد کندو آهي.»
تنهنکري جنهن ميهار جديد کي سالن کان بعد جوڳياڻي ٿي کري، جاچي جوڃي پڻ ڏکن ڏولاون جا ڏونگر ڏوري ڏوري لهڻ کان پوءِ بہ قسمت سانگي سندس محبت کان نا اميد رهڻ پڻ انتظار شديد جو کارڻ نہ بڻي، تڏهن ڇا بڻي؟ جيئن جو ڏوري ڏوري ڏسڻ بابت زيرين مصرعہ «خاک» جي مان گواهي صادقه ملي رهي آهي تہ مصرعہ:

ڏسي رند پنهل جا، روئنديس مان،
پيرا خان پنهل جا، کڻنديس مان،
ڳولي ڦولي لکن مان، لهنديس مان،
ڇوَن ڏونگر ڏوري ڏوٿياڻي.

تنهنکري هن فقير کي پڻ سندس سهڻي وانگي، هينيين ۾ هوران ڇوران ٿي رهي هئي، جنهن کري فقير جون اکيون ميهار جديد جي ملڻ ملاقات خاطر سندس دروازه ڏانهن ڏسي وائسي رهيون هيون. جن اکين جي صداقت ۽ سچائيءَ تي زيرين بيت سرتاج سنڌ جو گواهہ صادق آهي تہ (بيت):

اڄ پڻ اکڙيون ساريون، رُنَ سڄڻ کي،
مي کيئن ويهن وساري، جي وهم پرين وکڙيون،
تيز رهن تکڙيون، ملڻ کارڻ محب جي.

آهي اڪيون ڏار، جن سين پسين پرين ڪي،
ٻـي ڏي ڪين نهار، راڻـل ريسارو گهٽون.

آخرڪار پنهين چڻن ٻـيءَ ۽ ٽيءَ پنهنجو پٽڪو ڪٽڪو بند ڪري، پرت ڏٽي جي پار ڏانهن سرتاج سنڌ جي سورن ۽ پٽڪن پورن ڪـي آڙ وٺي ڪري متوجه ٿياسون، ته ڪيئن نه پٽ ڏٽي پوتار ٻـڻ پرائي پٽر تي ويهي ڪري، پينڪي وارن سان پينڪي پائي ٿيو آهي ـــ ۽ پڻ ڪيئن نه سورن وارين سرتين ڪـي سڪ سان سڏي گڏي رهيو آهي. (ابيات)

(١)

پٽڻ واريــون پڌريـون، گيـل جنين گاڙها،
گاڙن سي گوڙها، ويو هوت جنين هنج مان.

(٢)

پيتيندبون اهي ٿي، ويو هوت جنين جي هنج مان،
پيون مــڙوئـي هـٽـن، هـمت ميار چـا.

(٣)

اچـــو سورن واريـــون، ڪيون سور پچار،
ڪن گهٽا ڪن ٿورڙا، ڪانهي سورن ڏار،
ڏنا جي ڏاتار، سي مون جهولي پائـي جهليا.

(٤)

جان جان ناهه ضرور، تان تان ناهه طبيب ڪو،
جـي سَريو سور، تـــه ويـــچ به وَڙ پيو.

(٥)

پيريــن سندي پــار جي، مڙئي ميڻائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکي جا چت ڪري.

مطلب تہ اسان جي گهڻي ڀاڱي گفتار فقط سلوڪ صوفيانہ جي رنگ ڍنگ تــي ۽ پڻ تصوّف جي طريقه تي هلي چلي رهي هئي. سيئي طريقا سراسر سون آهن، پر فقير جي گفتگو خاص طرح طريقہ نقشبندي تي نمونہ نرالي سان هلي چلي نروار تي رهي هئي، ڇوتہ هن ملاقات کان اڳ ۾ هڪ ڪتاب نالي "الوحي الوفي في وجوب الذڪر الخفي" ذڪر نقشبندي جي ترغيب تلقين ۾ وٽس تحفه طور پهچي چڪو هو، جنهن جي مطالعه مؤثره کان پڻ آگاه ۽ واقف تــي چڪي هئي، تنهنڪري دوباري طريقہ نقشبندي تي جناب نينهن ڏٺي جي نظريه نــروار موجب روشني وجهي رهيو هوس، ۽ سندس تربيت جو سلوڪ جي سمجهاڻي موجب سمجهائي رهيو هوس. ڏٺم تہ جناب سهڻي صاحبه وڏي سمجهہ ۽ سوچ سان قلبي ڪن ڏئي، پوري سوچ سان ڪن تي ٻڌڻ لــڳي. مون کي سندس ڪن تي ٻڌڻ واري شوق شديد پُر جذبہٴ جديد تي نهايت عبرت ڀري اڇرج اچي وئي. دل ۾ چيم تہ ڇا هن نيڪ نيت نوجوان نينگري کي جوڀن جواني ۾ نيڪن ڪمن ڏانهن ڌيان ڏيڻ باوجود قحط ڪبير جي سو بہ موجوده دور گمراهيءَ جي ۾ وڏي اهميت واري معني رکي ٿو، ڇوتہ جوانيءَ ۾ توبه

ڏانهن توجه رکڻ پيغمبرن جو شيوه آهي، جن کي سڌي سنئين جواني ۾ توبه نصيب ٿيندي آهي، جيئن جو ڪنهن فارسي دان فرمايو آهي (بيت):

در جواني توبہ کردن شيوۂ پيغمبري،
ورنہ در پيري شود گرگ کهن پرهيزگار.

نہ فقط هيتري ذکر فکر جي پرچار ڪرڻ ۾ آئي، باڪ هن نيڪ بخت نينگري صورت ۽ سيرت جي سهڻي کي ذکر ذاتي جو شوق ڏسي کيس ذکر فکر جي تلقين تربيت طور پڻ ڪرڻ ۾ آئي. جنهن خوشي سان ذکر ذاتي ڪمائڻ جو انجام پڻ ڪرڻ فرمايو، باوجود انهيءَ جي کيس خبردار ڪيو ويو تہ هي طريقہ ذکر جو حضرات نقش بندين جو آهي، جنهن طريقه تي حضرت شاه حق آگاه پٽ ڌڻي بادشاه پڻ عمل پيرا رهي چڪو آهي. هن ذکر خفي ۾ پهريون قبلہ رويءَ ويهي مراتبہ جي مورت ۽ اتحيات ۾ ويهڻ واري صورت اختيار ڪرڻي پوندي آهي. ظاهري ٻئي اکيون پوري اندورني قلبي اکيون کولي زبان تاروءَ سان ملائي، چپ چپن تي رکي زبان قال سان نہ، بلڪ زبان حال سان دل کان جا کبي ٻئي هينان ٻن آنگرين جي مقدار تي هلي چلي رهي آهي، تنهن کان چورائجي جناب رهبر روحاني جي ترتيب ۽ تلقين موجب الله- الله- انهي اسم ذاتي سان ۽ مندس برڪت پرپور سان اندر جو آئينو آجرو ٿيندو رهندو، جنهن آئينہ مان ڪڏهن نہ ڪڏهن

مشاهدو ميهار معنوي جو مائڻ حاصل ٿي پوندو. تان جو حرڪت قلبي اهڙي تہ جاري ساري رهندي، جو ننڊ جي حالت ۾ پڻ دل جو ذڪر هميشه هلندڙ هوندو، چڻ تہ دل دنبوري وانگي ۽ تن تسبي، من مٽيون بڻجي، نيهن نباهڻ جو پورو پورو ثبوت پيش ڪندو رهندو، تان جو اهو اسم ذاتي جو سبق اهڙو پڪو ٿي دل تي نقش لڪجي نروار ٿيندو آهي، جنهن سبق جا پڪا پار پڌرا ٿيڻ ۾ ايندا آهن، تنهن ڪري سندس سبق کي سونهون سٽڪ جو حڪمت عملي مان مٿائي ڪيس ٻئي سبق روحي ۾ داخل ڪرڻ فرمائيندو آهي، جيئن جو مٿين تربيت جي پٺ پرائي پٽ ڏٽي جي هيٺين بيتن مان نمبروار نروار ٿيندي رهي ٿي.

( ابيات )

(الف) چؤ الله هيڪڙو، وائي ٻي مَ سک،
لکيون پيو لک، اهو اکر من ۾.

( ب ) تن تسبي، من مٽيون، دل دنبورو جن،
تندون تن جي طلب جون، وحدت ساڻ وڄن،
وحده' لا شريڪ لہ' اهو راڳ رڳن،
ستا ئي جاڳن، ننڊ عبادت تن جي.

( ج ) اندر آئينو ڪري، پرين سو پسيج،
انهي راهہ رسيج، تہ مشاهدو مائٽين.

( د ) ڏورينديون ڏسن، جڏهن ڪڏهن جت کي،
جي هت نہ هوت پسن سي ڪيئن ڪيچ پسنديون.

(هہ) هارائيج هيئي ۾، الف سندي اوڙ،
تہ ڪتابن جي ڪوڙ، منجهان ٿي معلوم ٿئي.

(و) پڇن جي ميهار جو، پڇي تن ميهار،
فاذ ڪروني اذ ڪر ڪم، ياد ڪيو جن يار،
ترهو تني پار، عشق جن جو آڪرو.

مطلب تہ طريقت جي طريقہ موجب ۽ نينهن ڏٺي جي نياپي نروار موجب حضرت آدم کان وٺي اج تائين هر فرد فريد ۽ هر مرد مريد خواه عورت بفحوي: «فعال لما يريد» قديم خواه جديد هن دنيا جي درياءَ دهشتناڪ ۾ سهڻي ٻڏي سيرن ترڻ لاءِ آيل آهن، تہ جيئن هرهڪ پنهنجي پنهنجي دور ۾ درياءَ دردن واري کي جهاڳي ساڳي پار پهچي، پار ڏٺي ميهار معنوي ساٿي، سهڻي قديم وانگي مهر پرور ميهار سان محبت جو ميدان ملهائي، پين سهڻين کي پڻ سبق صادقہ جو سيکاري؛ تنهن ڪري جنهن بہ سهڻيءَ کي ساهڙ جي سڪ سبيلہ هوندي، تنهن کي سمنڊ جي سيرن ۽ لهرين جي لوڏن لمن جي ڪابہ پرواهہ نہ آهي؛ چو تہ عشق آڪري ۽ سڪ سبيلہ هجڻ سبب سهڻي قديم وانگي سندن ترهو سيرن ۽ ويرن مان سلامتيءَ سان تري تري نيٺ پار ڏٺيءَ وٽ پهچي ويندو؛ تنهن ڪري هر سهڻي مٿان لازم آهي تہ هو نہ فقط ميهار مجازي جي محبت ۾ موجزن رهي، بلڪ انهيءَ جي رڳو پڳو آڙ وٺي پنهنجي ميهار معنوي سان محبت مزيد جون موجون

ماڻ گهرجن. انهن موجن ماڻ ۾ مدامي ڪوشش قوي جاري ساري هوندي رهي، ڇو ته ڪوشش ئي ڪاميابي جي مفتاح ۽ ڪنجي آهي. تنهنڪري جيڪڏهن ڪوشش ۽ جفا جاري ڪبي ڪم نه آڻبو ته ڪاميابي ڪيئن حاصل ٿيندي. بفحوي الڪريمه: "(ليس لانسان الا ما سعي) ترجمه: (ڪوشش کان سواءِ انسان کي ڪجهه به پلئه نه پوندو." هن آيت جي تفسير ۾ ترجمان حقيقت هيئن فرمايو آهي ته (بيت):

جَس جفا ري نه ٿهي، آهي جفا وارن جَس،
سٽن سات وڃائيا، تون گولي ڇڏ نه گس،
اٿسي پنهل پس، مر سان هلي سسئي.

تنهنڪري هن سهڻي جديده سان پڻ ملاقات مخفي ۾ گهڻي پاڳي فقط ميهار معنوي جي باري ۾ گفتار جي رفتار هئي، نه ڳُو ميهار جديد مجازي وغيره جي، تنهنڪري جنهن به سهڻي سڪ سبيل سان ساهڙ جي سرچائڻ خاطر ۽ پرت ڏني ميهار معنوي جي پرچائڻ خاطر سالڪن جي صلاح پُر فلاح موجب سلوڪ جو عمدو سبق سکي سيئي سلوڪي سير جا لطيفا لطف پريا ڪمايا، تنهن جڻ ته پئي جهان پنهنجا موچارا ڪري، پنهنجي ميهار اڳيان مٿو مٿي ڪٽڻ جي لائق بڻي ڪري، پار ڏٺيءَ کي پرچايائين. اهو ڏاهن جو ڏس پريو ڏانوَ ضرور سڪ وارن سهڻين کي ساهڙ جي ديدار جو ڪڏهن نه ڪڏهن ڏاڻ ڏياريندو. هر سهڻي کي فقط ڏس ڏانوَ

جي پنيان هلڻ جو حڪم آهي، جيئن جو ڪنهن ڏاهي ڏانوَ بابت فرمايو آهي:

## ڪافي

ڏسي ڪو ڏانءُ، جنهن سان توڪي پرچايان،
توڪي پرچايان، سڄڻ سرچايان.

(١) ٿيان مان ناچو، پايان پيشوازي،
ڏڪڙ ڏمچر، ساز آوازي،
ڦيرڙي پايان ڪين، چير چمڪايان.

(٢) ٿيان مان مؤمن نيڪ نمازي،
جنهن سان مون راڻل ٿين تون راضي،
رڪوع ڪيان، يا سرڙو نمايان.

(٣) ٿيان مان هندو، جٽيان ياوان،
گنگا پيئي، جمنا جاوان،
تيرٿ پيئيان يا تلڪ لڳايان.

اگرچه اهو سلوڪي سير سُڪيءَ جي سير جو حڪم محڪم رکي ٿو، تنهنڪري جا به سهڻي سُڪيءَ جي سانباه سيرن ڪرڻ جي نيت سان سڪيءَ جي سيرن ۾ ويرن ۾ سڪ سبيل رکي وچ ۾ ہڏي مرندي، تنهن ہُڏيءَ جا پيٺا فائدا ٿيندا رهندا، جيئن جو جذبه ڏٺي فرمايو آهي ته (بيت):

سُڪي جي سانباهه، جڏهن ہُڏن جي،
ساهڙ تنين ڪي پلي، پنهي ڪنڏيين.

اهڙيءَ طرح سلوڪي سير حاصل ڪرڻ بابت فقير ”خاڪ“ جي زيرين ڪافي گواه وافي مان پڻ هيئن نيڪ صلاح نروار ٿي رهي آهي تہ:

## ڪافي

سلوڪ سوا سير جي، پيو سير ڇا ڪجي،
اهو اسير آ، اڪسير ڇا ڪجي.

(١) پهريون سبق سلوڪي ۾، قبلي قدم صفي ۾،
پيو ڦير قلب ذڪر سان، پيو ڦير ڇا ڪجي!

(٢) روحي غذا سبق ري، روحي بہ رس نہ ٿيندو،
وٺ وَيَرُ واس روحي، پيو وَير ڇا ڪجي!

(٣) سِرّي سبق کي سار، بسرّي جي رمز سڪجي،
ٿي غرق منجهہ وحدت، پيو غير ڇا ڪجي!

(٤) خفيہ خفي جي اندر، خفيہ خزانو ڳولج،
خير الذّڪر خفي ٿي، پيو خير ڇا ڪجي!

(٥) اخفيٰ سبق سنڀالي سر، چاهہ سيڄڻ کي تون،
سک طير تربيت جو، پيو طير ڇا ڪجي!

(٦) سلطان ذڪر ذاتي جو، ماڻ مزو هيڪر،
هي ڍير معرفت جو، پيو ڍير ڇا ڪجي!

(٧) فڪري فناءَ ذڪري، ٿي ”خاڪ“ دير دم ڇا،
دم دم ٿي دَير مندر، ٻي دَير ڇا ڪجي!

هن ڪافي ۾ فقط اجمالي اشارا آيل آهن، وگرنہ تفصيلي طور تي اڃا گهڻي ۾ گهڻا مخفي مقامات عبرتي آيات آهن، جي سلوڪي سالڪن کي بخوبي معلوم آهن؛

جي زباني طور تي يا لکت ۾ پوريءَ طرح سمجهائي نه سکهيا آهن، بلڪ عملي اشاردات سان راه سلوڪ جي راه گيرن کي روشناس ڪرائي، رمزن ۾ رندي رمز رچائي ويندي آهي. موجب خبر فيض اثر حافظ ديوان شيرازي جي:

ڪه سالک بي خبر نبود، ز راه و رسم منزلها.

جيئن جو سچل سرمست پڻ پنهنجي ڪافي جي ٿلهه ۽ مصرعه ۾ پڌرو حڪم ڪرڻ فرمايو آهي.

### ڪافي

در وارن جي دل ونجي،
رهندي ڪاوڙ تن سان ڪانه ڪجي.

(١) واٽ انهي جو، جي واقف ناهين،
وڙڻو ڪري بس، وڃي واٽ پڇجي.

حاصل ڪلام ته سهڻي کي سلوڪي سير وارو سبق چڻ ته سڪي جو پنڌ طئي ڪرڻو آهي، يا ته دنيا جي درياءَ تار مان، تري پڻ لهرين کي لتاڙي، پوءِ پار ڏٺي کي پهچي ڪري، پرت ڏٺي کي پسي ٿي. پر سهڻي جو سهڻو لقب لاثاني لهڻ ڪو سولو ڪم نه آهي، مگر اولي ڪان به اولو آهي. پر سچي سوز گداز وارن ۽ سچي سڪ جي سالڪن ۽ پڻ شوق الاهي جي شهبازن لاءِ، اولو چا، بلڪ هر طرح اهو لقب لاثاني لهڻ آسان ۽ سولو آهي، جيئن جو چيٺ ڪٽي جو چاه، حاجي خانڻ چنجڻي پڻ هيئن ڏيکاري رهيو آهي ته:

(تلهہ) جهڙو چيٽ تهڙي ڪتي،
مون آ دامن تنهنجي وتي.

ڇو تہ سوزگداز جي ڪري ئي نينهن جا نانگا هميشه نينهن جي نماز پر سوزگداز کان ڪابہ گهڙي پهر فارغ البال ٿي ڪري، پالها ۾ واندا نہ رهندا آهن، بلڪ هميشه حالت وجدي طاري هجڻ ڪري، پنهنجي نماز ۾ مست ۽ محو هوندا آهن، جن جي بابت ڪنهن شوقين شاعر هيئن فرمايو آهي تہ:

(تلهہ) ناهي مستن تي ميار، روزي نفل نماز جي!

تنهنڪري سوزگداز واري سهڻيءَ جو فقط هڪ سجدو ڪرڻ جي معنيٰ سون هزارن رواجي سجدن ڪرڻ کان وڌيڪ پر تصديق ٿي ڪري، ميهار معنوي وٽ مقبول آهي. اهڙي سوزگداز واري سهڻي ڪي دنيا جي درياء واري تار ترڻ جي پرواهہ ئي ڪانہ آهي، تنهنڪري جيڪا بہ سهڻي سر سهائي پڻ ساهڙ تون سر صدقو ڪري، سوزگداز واري سڪ سبيل رمز رسيل سان امتحاني سيرن ويرن ۾ گهڙو ڪڻي گهڙي پيئي، سا جڻ تہ پار پهچي ڪري، پار ڏٺي ميهار ڪي ساڻي رهي آهي، باقي ڪوڙيون ۽ قولن جون ڪچيون ڪيئي ڪنڌي مٿي ڪوڪون ڪري بہ رهجي وجن تہ درين ڇہ شڪ. جيئن جو پٽ ڌڻي فرمايو آهي تہ (بيت):

ڪنڌي ايي ڪيتريون، ساهڙ ساهڙ ڪن،
ساهڙ سندو تن، سير سهائي جي گهڙيون.

٢- دنيا سپ درياه، ڪو ڪو تارو تنهن ۾،
ڪي لهرين ۾ لڙهي ويا، ڪي طالبن توڙاه،
جن جو عشق ساڻ الله، لهر نه لوڏيندي تن کي.

پر جي درياء تار ۾ ترهو بہ نہ هجي، يا ڪابہ ٻيڙي يا جهاز دستياب نہ ٿئي، تہ فقط ٻوڙي ٻاجهہ ٻريل کي قابو ڪري، ٻڪ وجهي تہ پڻ انهيءَ جي وسيلي واهر ڪرڻ ساڻ تار تري، پار پهچي ڪري، ڪنهن ڪنڌي ڪناري تي رسي وسي سگهي ٿي؛ تنهنڪري ٻڏڻ ويل ٻوڙن کي هٿ وجهڻ بہ ڪنهن هشيار هاتڪ جو ڪم آهي، نہ جهڙي تهڙي انڌي سنڌي ڪاٺي جو ڪم آهي. جيئن جو لطيفي لات ۾ آيل آهي تہ (لطيفي لات):

ٻڏندي ٻوڙن کي، ڪي هاتڪ هٿ وجهن،
پسو لڄ لطيف چئي، ڪيڏي منجهہ ڪکن،
توڙي ڪنڌي ڪن، يا ساڻ تہ هوندا سير ۾.

هن بيت پٽ ڏٺي جي ۾ "ٻوڙي" مان مراد مرشد مناني ۽ رهبر روحاني آهي، جنهن کي سونهون سڻڪ سبحانيءَ جو سڏبو آهي، جنهن جي صحبت سوني سان سيڪنهن سهڻي کي، پنهنجي ميهار معنوي مالڪ منان سان ملڻ ملاقات جو معراج ساڻو پوي ٿو. هي معراج دل جي دري مان ديدار ڪرڻ جو آهي، نہ ديدن سير سان، جيوتہ ديدن سر جو معراج ممتاز فقط حبيب الله کي حاصل آهي، نہ ڪنهن بہ ٻئي کي؛ تنهنڪري

دلي ديدار پڻ سواءِ ڪنهن ٻه سونهين سبحاني جي گهٽي ۾ گهڙي پلئي نه پوندو آهي، ڇوته سونهين ڪان سواءِ سيرن ۾ ويرن مان ترڻ بلڪل دشوارترين ڪم آهي، نه آسان. تنهنڪري سيڪا سهڻي سيرن جي تار ترڻ وقت پنهنجي سونهين سائين کي هيئن سڏڙا ڪري، عاجزي سان چوندي آهي ته جيئن جو حاجي خانڻ پنجڻي چوڻ فرمايو آهي:

(ڏاهڙ): منهنجا سائين ڳالهه لائين، توڙ تائين اي يار،
سگهو موٽ، سيڪ تي سران سير ۾.

پر جيڪڏهن ڪابه سهڻي سونهين سبحاني ڪان سواءِ پنهنجي روئي سوئي شتر بي مهار وانگي پاڻ پتوڙيندي رهندي، ته پرت جو پنڌ ڪري، مهار معنوي جي منزل مقصود ماڻڻ تائين هرگز پهچي نه سگهندي، ڇوته رهبر روحاني جي رهبريءَ ڪان سواءِ نينهن جو ناتو نڀڻ بلڪل محال ۽ مشڪل آهي، جنهن جي مشڪل ڪشائي فقط مرشد مشڪل ڪشا جي همت حمايت ۾ آهي. جيئن جو حضرت شاهه حق آگاه جي زيرين بيت مان پڻ مٿين ڳالهه تي روشني پوي ٿي ته (بيت):

اڀر اسونهن، ڏيهه گهڻو ٿي ڏوريو،
مڳر ري سونهن، پهتي ڪانه پنڌ ڪري.

سونهين بابت نه فقط سرتاج سنڌ حڪم ڏنو فرمايو آهي، بلڪ خود مولي پاڪ مٿان سونهه ڏٺي سبحان پڻ قرآن ڪريم ۾ پڌرو حڪم هيئن ڏنو فرمايو آهي ته:

"وَابْتَغُوا اِلَيْهِ الْوَسِيْلَةَ — مون ڏانهن اچو تہ سونهون ڳولي اچو." تنهنڪري سڀ ڪنهن سهڻي ڪي سونهين وڻ جي نہ فقط سرتاج سنڌ نيڪ صلاح، پُر فلاح ڏئي رهيو آهي، بلڪ خود سونهہ جو سائين سبحان پڻ حڪم محڪم جاري ساري ڪري رهيو آهي، تنهنڪري سلوڪ جي سفر پر خطر جي ڪاميابي ۽ پڻ سرفرازي سواءِ ڪنهن بہ سونهين سبحاني جي حاصل نہ ٿيندي، تنهنڪري جيڪا بہ سهڻي سڪ جي سمنڊ جون سيرون ۽ وِرهہ جون ويرون تري تري پار پهچڻ جي ڪوشش ڪندي رهندي، سا نيٺ سوزگداز جي صدقي سيڪنهن سير مان سوين ماڻڪ موتي ۽ هيرا لعل لهندي ۽ ماڻيندي رهندي، جنهن جو سڪ جي سمنڊ بابت پڻ سرتاج سنڌ هيئن هويدا ڪرڻ فرمايو آهي- (بيت):

سيوا ڪر سمنڊ جي، جنهن ۾ جَرَ وهي ٿو جال،
سوين وَهن سير ۾، ماڻڪ موتي لعل،
جي ماسو ميٺي مال، تہ پوڄارا پُر ٿي وڃن.

هاڻي ساري تحقيق انيق سان عيان آهي تہ جڏهن جناب سرتاج سنڌ جن سڪ سچي ۽ سوز گداز ڪي سمنڊ سڏڻ جو سرٽيفڪيٽ عطا ڪرڻ فرمايو آهي، جنهن جي تشريح پُر تصريح زيرين بيت مان ظاهر آهي- (بيت):

سڪ تنهنجي سپرين، جيئن تران تيئن تار،
تون رهين روح ۾، تون اکين ثار،
پرين تنهنجي پار، مون ڏي واجهائيندي وَرَهہ ٿيا.

تڏهن سڪ سمنڊ جو سلطان ساهڙ سونهن ڏٺي سبحان آهي، جنهن جو نالو ثاني نينهن ڏٺي جي نظريہ نروار موجب مهر پرور ميهار منان آهي، تنهنڪري سالڪن جي سلوڪ پڻ صوفين صادقن جي اصطلاح اعليٰ ۾ لطيفي مشوره ملوڪ "ميهار" جو اطلاق گهٽي پاڳي ٽن سونهن تي صادق ۽ سچو آهي: (١) سونهون سبحاني، (٢) محبوب مناني، (٣) مولي پاڪ ميهار معنوي، ماهر معاني جو فرش فلڪ ۽ ڪرسي عرش جو فائق آهي، پوءِ جيڪڏهن طالب طريقت پهرين جي پرت ۾ پچي پچي، پڪو ٿي فاني ٿيو تہ چئن فنا في الشيخ جو مرتبو ماڻيائين؛ پر جيڪڏهن پرت پڪي موجب محبوب مناني جي محبت ۾ پچي پچي پاس ٿيو تہ ڪيس فنا في الرسول جو مرتبو ممتاز حاصل ٿيندو. (٣) پر جيڪو سونهن ڏٺي سبحان جي سڪ سچي پر سوز گداز ۾ فاني ٿي چڪو هوندو، انهي ڪي لقب لاثاني فنا في الله جو ماڻڻو پوندو آهي. جنهن ڪي نينهن جي نامدار يت ڏٺي پوتار جي نظريہ موجب ميهار معنوي سڏجي ٿو. فنا في الله ڪان پوءِ منصب بقا بالله جو آهي، جنهن جي ممتاز منصب ڪي شوقي شهباز ماٺي لامڪاني پرواز سان پيراستہ رهندا آهن. هن حد تي پهچڻ ڪري، سچي سهڻي سوزگداز جي سائڻ ڪي بره جي بازي ڪڻڻ جو پرت پريو پروانو پنهنجي پريتڻي پرياڻ ڪان پلئي پوندو آهي؛ تنهنڪري صوفين صادقن ۽ الستي عاشقن جي اصطلاح اعليٰ موجب سپ

ڪنهن سهڻي جي ساري حياتيءَ کي ڄڻ ته هڪ ڏينهن جو حڪم آهي: تنهنڪري سيڪا سهڻي دنيا جي چوطرفي دؤر ۾ يا چار ديواري دار ۾ عشق الستي جي چوپڙ کيڏڻ آئي آهي، پوءِ جنهن به ميهار معنوي جي عشق الستي ۾ اچي ڪري، بره جي بازي کٽي پڻ ميهار سان محبت ملهائي ۽ نينهن جو ناتو نباهيو، تنهن کي هرطرح پنهنجي ميهار معنوي سان ملڻ کاڻ جو هر طرح پورو حق آهي. جيئن جو ڪنهن شاعر بره جي بازي کٽڻ ۽ هارائڻ جي باري ۾ باهر ۽ ظاهر ڪرڻ فرمايو آهي: جنهن جي ڪلام جو هتي ٿلهه ۽ ٻه مصرعه پيش ڪرڻ ۾ اچن ٿا ته:

لائي نماڻيءَسان نينهن، محب اِئين نه دل مٽ رچي.

(١) چوپڙ پٽريل عشق جي، کيڏج سارو ڏينهن،
کيل تسڏهن جڏ کٽجي.

(٢) پاليومون ڪان نه پڄي، شوق تنهنجي جو شينهن،
گهور هٽي نه دل گهٽ جي.

سونهين سبحاني جي سڪ سوز ۾ فقير "خاڪ" کان هيئن نغمه نعتيه نروار ٿيو آهي:

مٺي محبوب موليٰ جا، مٺا محبوب ملڪاني،
توهان تي روزشب رحمت، وسي ٿي خاص ربّاني.

(١) ڪني وٽ پرت پائيسون، پڻ ڪني وٽ پاءَ سير آهن،
محبت جي اوهان وٽ مڻ مِٺا محبوب مناني.

(٣) توهان جي تيغ ابرو جا ڪٺل ڪيئي ڪبوتر ٿيا،
فقط مون کي ڪنو تو پڻ نظرن سان سيف رحماني.
(٤) قضا يي تي جڏهن تنهنجي، نگاهي تير تون صدقي،
تڏهن مان پڻ ڪيان سر ساه صدقي غوث حمداني.
(٥) نهوڙيل نينهن تنهنجي جـي، نصير آباد ۾ باده،
ڪرم جي ڪاندهله تي، پڻ نظر ڪر نيڪ نوراني.

(٢)

پڻ محبوب مناني کي پنهل جي پيار پـريل لفظ لاثاني سان هيئن ياد ڪيو ويو آهي، جيئن جو زيرين ڪافي مان ظاهر آهي:

## ڪافي

ٿينديس يار پنهل جي، پانڌياڻي،
ونـي رهبـر مـرشد ملڪاڻي.
(١) ڏسي رنـــد پنهل جـا، رؤنـــدس مان،
پيرا خان پنهل جا، ڪٽندس مان ڳولي ڦولي،
لـڪن مـــان لـهـنـديـس مـــان،
چـوَن ڏونـگر ڏوري تـي، ڏوٿياڻـي.
(٢) رهان ڪيئن پنهور ۾، ور بنا،
پنهل پـاڪ پـرت پـرور بـنـا،
سـچـي سـونهـ سـرور بـنـا،
جاچان جانب کي تـي جوڳياڻي،
(٣) جيڏيون ناهہ جبل ڏونـگر جوڏر،
پايان بر بہ پنهل لئي پنهنجو گهر،

تَوڙي ساهه وڃي، ٿيئي پٽو ڪَر،
چوَن سِڪ اندر مٺي سانگياڻي.

(٤) شبو روز خطائـي ساري ٿـو،
ڪيو پنهل تـه پوڪاري ٿو،
روئي رت هنجـون گِل هاري ٿو،
ٿيندي نيٺ پنهـل سان پرچاڻي.

(٣)

ميهار معنوي جي محبت مزيد ۽ موج زن ٿي ڪري،
فقير ”خاڪ“ ڪان نغما نروار ٿي چڪا آهن. جن مان
مثال طور هي هيٺيون نغمو نروار ڪرڻ موزون آهي (نغمه):

مهراڻ مون تـي ميهار بار جي،
اجمل مٺي تي منهنجي مهر نگار جي.

(١) درياءَ درد ڏک جو، جهاڳڻ تمام اولو،
ميهار جي مدد سان، اولو پوي ٿي سولو،
سهڻي ڪي مـاڙ گهرجي شفق ميهار جي.

(٢) سيرن ۾ يـار ماهڙ، ساڻي سـدا رهي،
توڙي جو تـار دريـا پاڻي سـدا رهي،
دهشت دريـا ۾، دانهين ڏل دلفگار جي.

(٣) سيرن ۾ ساه سهڻي، ساهڙ مٿان ٿي گهوري،
موجون پسي نه موٽي، اڳتي وڌي نه اوري،
سهڻي ڪي سوپ لـکيل سائين ستار جـي.

(٤) ميهار موج ماڻـي، سهڻي سان سير انـدر،
هادي نه هٿ ڇڏيندو، پڪ آهه پير اندر،
لَنگهي ڪي لارَ لاشڪ لولاڪ لارَ جي.

(٥) سهڻي کي ساه من ۾، ميهار يـار هردم،
ميڪ ساڻ ياد سارو، سينگار يار هردم،
اي "خاڪ" پڪڙ دامن، ڪنهن ڪامگارجي.

آخرڪار سهڻي جديله جي تلقين ۽ تربيت ۽ پڻ دعائي خيرخواهي ۽ پشت پناهيءَ کان فارغ البال ٿي ڪري، ڪائونس رخصت پذير ٿي. رڪشا جي سواري ذريعہ اچي ڪوٺڙيءَ ۾ پنهنجي منزل گاه تي پهتس.

# قسط چوٿين

اج ٢٢ جولائي ١٩٧٠ع ۾ بروز خميس خوشيءَ کان اچي ڀھ پور پيو تہ چونہ چپر ڏٺي ميھار جديد جي ملاقات جديده ڪري اچڻ سان سن ماني مراد ماڻڻ گھرجي، تنھنڪري تار جي طريقه موجب رمزن پري رڪشا جي ذريعي سڌو وحدت ڪالونيءَ جي وڻڪار ۾ وحدتي وڻجھار جي وصل لاءِ پھتس. پھچڻ جي ٽائيم ٽائي واٽي ٤ بجہ شام معلوم ٿي رھيو ھو. پھچڻ شرط ھٽ حرڪت جي سان گھنٽي صورت انگيز وڄائي وئي، جنھن جي آواز ٻڌڻ شرط سھڻي جديده سجائي اندر وٺي وڃڻ سان ساڳي محفل سرائي جي باغ پُر بھار ۾ نيئي ڪوچن تي ويھاريو. ويھڻ کان پوءِ پڇڻ تي پتو پيو تہ جناب سيھار صاحب ڪنھن بہ ڪمڪار جي خيال کان شھر ڏانھن نڪري ويا آھن، اجھو چاڻ آيا. جناب ممدوح صاحب جتيرو ايندو، اچڻ فرمائي، تيتر سيرت سھڻي جديده سيرت مالوفه موجب فقير جي مھمان نوازيءَ لاءِ بسيون بہ پريل ٻن قسمن بسڪوٽن سان ۽ ٻڻ چانھہ شيردار جا بہ ڪوپ آڻي ڪري، ميز مبارڪ تي رکڻ فرمايا، جن سان فقط ھر ھڪ مھمان ۽ ميزبان واپرايو، باقي بسين ۾ جيئن ڀچيل ھوا، تيئن ڀچيل رھيا.

بعد فراغت جي گفتگوئي جي گفتار سرتاج سنڌ سلوڪي سردار جي تصوفي تاڻ تار ۽ پڻ لطيفي لات جي لذت يافتہ لار تي هلي چلي رهي هئي، تانجو ٽاٽي واٽي ٽيپهريءَ جو ٽائيم ٽي چڪو هو، تنهنڪري ساڳي محفل سري ۾ ئي ساڳي وضو سان نماز پُر نياز ادا ڪرڻ ۾ آئي. فارغ البال هجڻ بعد دوباري ديد ڦيرائي ڏنو ويو، تاهم جناب گهر ڌڻي صاحب اجمل صورت ۽ اجمل سيرت اڃا تائين پيدا نہ ٿيو هو. فقير جناب سهڻي جديده نيڪ بخت نياڻي سخن سديده کان رخصت گهرڻ جي گذارش ڪئي، مگر جناب جميله جواب ۾ قول جميل فرمائي، هيئن چيو تہ آءٌ اوهان کي هن دفعي جناب ميهار اجمل صاحب جي ملاقات کان اڳ ۾ ڪڏهن بہ ڪين ڇڏيندس، ڇوتہ اڳئين دفعي پڻ ميهار مهر پرور مون تي شڪر رنج رهيو هو. رنج جي صورت وٺي فرمايائين تہ توهان جناب فقير صاحب کي مون کان اڳي ڇو ڇڏيو، تنهن ڪري هن ڀيري آءٌ اوهان صاحبن کي ڪڏهن بہ رضا سان ڇڏڻ نہ ٿي گهران، وڌيڪ اوهان جو اختيار. آخرڪار سهڻي صاحبہ سياڻي نيڪ نياڻي جي مرضي مبارڪ موجب فقير مجبور ٿي ڪري، ساٿ ڪرڻ کان ڪم وٺي سواءِ ويهڻ جي ٻيو چارو ڪونہ ڏٺو. ويهي رهڻ کي قبول ڪرڻ جو ڪارڻ زيرين چند ۽ پڻ ڪجهہ ڳالهيون ڳڻن پريون آهن، جي نمبروار نروار ڪرڻ مناسب ۽ موزون آهن:

(الف) هي سهڻي جديده سيرت سديده سياڻي فقط نالي ماتر سهڻي ۽ جميله نه آهي، بلڪ صورت ۾ پڻ واقعي پري پناٽي پري پيڪر نيڪ اختر آهي. (ب) سيرت جي سونهن، ادب، تهذيب، اخلاق ۽ پرهيا سمجهه ۽ پروڙ پڻ عزت پريل ادراڪ موجب گهڻي ڀاڳي سندس ثانياڻي ڪابه عورت نه هوندي، تنهن ڪري هن مور موهل مورت جي حيثيت موجب گهر جي حسين حور سڏڻ مباح آهي، نه گناه. (ج) اهڙي پري پيڪر پناٽي ملڪه مهرنگار سياڻي ڪي لقب ثاني سهڻي جديده ڏيڻ جو ڏيان بي گمان دل جو دل ۾ دوان ٿيو؛ تنهن ڪري قلم ڪي پڻ طبيعت جي روان رهڻ سبب ڪاغذ جي ميدان تي دوان رهڻ جي دولت بخشي وئي آهي. (د) اهڙي پُر جمال جميله رمز رسيله ملڪه مهرنگار ڪي فقير پهرين نظر نروار ۾ نياڻيءَ جو لقب پُر ادب هن حيادار نيڪ آثار سيرت سياڻي ڪي ڏئي چڪو هو؛ تنهن ڪري مٿين سڀني سببن ڪري، سندس التماس پُر قياس ڪيئن به ڪري قبول ڪرڻو پيو؛ چوته نيڪ نياڻي ڪي پنهنجي پدر شفيق ترين تي ناز ڪرڻ جو هر طرح حق آهي. تنهن جناب جميله جي صورتي خواه سيرتي سونهن جو ٿوڙو فقير "خاڪ" جي زيرين ڪلام خوش انجام مان ظاهر باهر آهي-(ڪلام):

سهڻي فقط نه سهڻي، صورت پري پناٽي،
مورت ۾ مور موهل، چڻ حور گهر ڏياٽي.

(١) سيرت ادب ۾ سهڻي، نالي نسب ۾ سهڻي،
حورن جي حسن هاڻي، حالي حسب ۾ سهڻي،
نوري نياز ڏاريو، نوڙت نمانياڻي.

(٢) اخلاق اجملي کان مشهور سور مومل،
پريل پرم حيا سان، پرپور سور مومل،
سيني کان سچ سياڻپ اندر رهي سياڻي.

(٣) گڻهار ڳالهه سهڻي، منڙي مقال سهڻي،
وا ڪاڻ کان وڏي وئي، خوبي خصال سهڻي،
وحدت جي باغ اندر، نروار ٿي نماڻي.

(٤) خصلت خزين خلعت، شمسي طلوع طلعت،
محفل سري بڻي وئي، تنهن ساڻ باغ وحدت،
راڻن جي راڻي اندر، راڻن جي ريسياڻي.

(٥) سهڻي جي سڪ ۾ ساري، محفل متي موچاري،
سهڻي فقط نہ سهڻي، سڪ سوز ۾ سچاري،
سهڻي ميهار واري اجمل آهي بڻي آ ڪاڻي.

(٦) خوش "خاڪ" جو وطن پڻ، وا ڪاڻ وصف وحدت،
خوبي خصال خفيه جي ڪاڻ وصف وحدت،
سيرن جي سٽ سهڻ ڪان، ساهڙ کي اگهہ صيباڻي.

آخرڪار ڏاڻي واڻي ساڏي پنجين بجي ڏاري هن سهڻي صاحبه جو ميهار مهر پرور سونهہ سيرت جو سرور اجمل عجيب خوش نصيب صورت اجمل وڻي ڪري، ڪار اجمل ۾ سوار ٿي ڪري، اچي اچي ڪالوني منجهہ محفل سري جي باغ پربهار ۾ ڪڙڪو ڪرڻ

فرمايو. هن باغبان باغ وحدتي سان درباري محفل ۾ ٽي ٽهڪي ۽ پڻ مچي رهي هئي. فقير جي گفتار جي رفتار ساڳيءَ طرح سالڪانه سلوڪ ۽ لطيفي لات عبرتي آيات تي عمده آثار سان حسب حقيقي جي حقدار تي ڪري هلي چلي رهي هئي. هي جوڙو جميل رمزن رسيل گوش هوش واري موجب سڪوتي صورت اختيار ڪري وڏي سوچ ۽ سمجهه سان فقير جي گفتار ٻڌي سڌي رهيو هو، تنهن ڪري فقير پڻ عبرت ڪان ڪم وٺي سندن ڪَنَ تي ٻڌڻ تي اپر اُچرج ڪائڻ لڳو. اچرج ڪائڻ سان گڏ دل جو دل ۾ هي ڏيان بي گمان دامن گير ٿيو ته هن جوڙي جميل کي ڪَنَ تي ٻڌڻ جي سعادت سرمدي شايد روز ميثاق ڪان پلئي پيل آهي، وگرنه نئين جواني منجهه نظريه نيڪ جو نروار ٿيڻ خاص طرح موجوده دور ۾ وڏي عبرت پذير معنيٰ رکي ٿو. جيئن جو ڪَنَ تي ٻڌڻ جي پُٺ ڀرائي پٽ ڏٺي هيئن فرمائي رهيو آهي ته - (ابيات):

(١) ڪڏهن پئجي ڪَنَ تي، ڪڏهن ٽجي وات،
ڪڏهن ٽيجي ٻڪر، ڪڏهن ٽجي ڪات؛
هٿ ۾ ڪاتي گڙ وات، ٻُڇڻ ٻر ٻرين جي.

(٢) ڪَن چيڏي هي گاڏوان ٻيا ڪَن ڪٽيج،
تنهي سان سٽيج، سنيها تم مچڻ جا.

تضمين طور ابيات «خاڪ» جا پڻ پيش ڪجن ٿا. (ابيات):

(١) ڪن چڏي ڳاڙوان ٻيا، ڪَنَ ڪي ڏار،
تني جي آڌار، سڻ سنيها سڄڻ جا.
(٢) ڪن چڏي ڳاڙوان، قلبي ڪن ڪي ڪول،
سڻي سنيها سڄڻ جا، پوري ڪاڻ نہ پول،
رڻ ۾ روح نہ رول، پڏ پڏ ٻول پروچ جا.
(٣) ڪن چڏي ڳاڙوان، قلبي ڪن قرار،
سڻي سنيها تنهن سان، آري تي رک آر،
اِهوئي اونار، ملائي ميهار سان.
(٤) ڪن چڏي ڳاڙوان، قلبي ڪن قبول،
سڻي سنيها سڄڻ جا، نوري نيڪ نزول،
اطعنا اصول، ماڻيج منهن ميهار جو.
(٥) ڪن چڏي ڳاڙوان، قلبي ڪن سان سڻ،
سڻي سنيها سڄڻ جا، ڳايون ڳائج ڳڻ،
حال حمايت هڻ، هوت اچي تنهي حال ۾.
(٦) سَمِعْنَا جي سڪ ۾، ساهڙ سان ڪٽن،
ياتيڪ اليقين ۾، نينهن ڏٺي نيوڙن،
پڏن پول پروچ جا، قلبي سان ڪنن،
صمٌ بڪمٌ عميٌ پوڙا ڪين پڏن،
ڪهڙي خبر انڌن تہ ميهر مان آئيو.
(٧) سمعنا سڪ سوز مان، سهٽي سمن پڙهي،
سوچي سڄهي سير ۾، ڳولي پئي گهڙي،
منجهان چڪڻ چڙهي، پهتي پار ڏٺي ڪي.
(٨) سمعنا جي سڪ سان، ڳالهيون پڏ ڳڻهار،
مٺي ماڪي مصري، گوهر جي گفتار،
مهر پريو ميهار، اورڻ اورڻ آئيو.

(٩) ملڻ سون سان آئيو، سهر ڀريو ميهار،
اڳڻ وحدت واسيو، وسياوڻ وٽڪار،
ڳجهون ڳرهيون ڳالهيون، ڳڻ ڀريل ڳڻهار،
گراسي گفتار، سوهي وڏو سوج ۾.

(١٠) وڏو سوهي موج ۾، ميهر جي معراج،
هلي هنجهه هيج مان، آيو ڪيڙم ڪاج،
حاصل تيڙم هاج، پسي منهن ميهار جو.

(١١) سهڻي سجدو هڪڙو، ڀريل سوز گداز،
هو هزارن ڪان مٿي، درد ڀريو دمساز،
رکي ادب اياز، ماڻيون سون ميهار ڪي.

هن سهڻي جديده وانگي سڀ ڪنهن بيدار مغز عاقل بالغ ڪن تي ٻڌڻ بابت نه فقط نينهن جو نياپو نينهن جي نامدار ڀت ڏٽي ڀوتار ۽ پڻ ”خاڪ“ خاڪسار ڏنو آهي، بلڪ خود پاڻ ميهار معنوي سهر جي پروردگار پڻ فرمان فائق لطف آميز لائق زيرين ڪريمه زرينه ۾ پڌرو ڪرڻ فرمايو آهي: ”اذا قرأ القرآن فاستمعوا له والنصتوا لعلڪم ترحمون— ترجمه. جڏهن ٻه سڪ جو سنيهو سڻايو وڃي ته ماٺ ميٺ سان ڪن ڏي ڪري ٻڌو ته رحمت جو مينهن ماڻيو“. پر ڪن تي ٻڌڻ واري لقب عظمي پڻ ڪنهن نه ڪنهن خوش قسمت واري سهڻي ڪي نصيب ٿيندي آهي، وگرنه انڌي ڪاٺي ڪوجهي جي پلئي نه پوندي آهي، جيئن جو زيرين بيت مان پڻ ظاهر آهي ته (بيت):

اين سعادت بزور بازو نيست_ تا نہ بخشد، خدائي بخشنده.

اهڙي ميهار معنوي بي مثل ۽ مهر پرور جي ديدار دلڪش لاءِ سوين سهڻيون سڪ سرمدي واريون سالن جا سال سڪ جا سمنڊ تارون تار ۾ گهڙي گهڙي هيئن چونديون رهنديون آهن ته "رب ارني - رب ارني— اي ميهار مون کي منهن ڏيکار"؛ نه رڳو پڳو وڇوڙن جي ويرن ۾ ٻوڙي مار، جيئن جو ڪنهن شاعر شائق سهڻي صورت وٺي زيرين ڪافي جي ٿلهہ ۽ پڻ مصرع ۾ پنهنجي ميهار کي عتاب آميز ميٺ منٿ ڪري رهيو آهي ته:

ويکي ويکي وڇوڙا نہ مار، مٺن جيندي تيڏي ديدار ميان.
(١) سهڻي دي نال تہ سيڪو گذاري، ڪوڄهي نال گذار ميان.

تنهن ڪري هن فقير پر تقصير ضعيف زهير گوشي نشين گمنام گنگي گگدام کي باوجود ڪم ڪلامي الائي ڪيئن قدرتي طور تي، جناب ميهار جديد جي ملاقات ساٿي کيس لطيفي لات عبرتي آيات سان روشناس ڪرائي مٿس ميهار معنوي مهر پرور جو رحمتي ۽ پڻ برڪت پريو مينهن سنبهن جي صورت ۾ وسايو. جنهن جي زمين زرخيز فقير جي حسن ظن ۾ مٺي زمين جي صورت وٺي رهي هئي، نہ فقط ميهار جي من واري زمين؛ بلڪ پنهي ڄڻن سهڻي ۽ ميهار جي زمين هڪ ڪري هموار شرين تر اپار نظر نروار ۾ آئي، تنهنڪري قابل ڪڙمي جي آڙ اختيار ڪري، سندس مٺي زمين قلبي

کي رحمتي باران جي بارش رسائڻ سان ريج ڏيارڻ جي ڪوشش جاري ساري رکي وئي آهي؛ چوته الله تبارڪ و تعاليٰ جي توفيق رفيق ۽ اميد ۽ آسرو قوي آهي ته هي تخم پاشي ڪڏهن به تباه نه ٿيندي، بلڪ بفحوي الڪريمه: "ومن احسن من الله صبغة- يعني ميهار معنوي کان وڌيڪ ٻيو ڪير احسن رنگ ڏئي سگهي ٿو؛ تنهنڪري اميد آهي ته هي ڪوشش فقيرانه وڏو عمدو رنگ لائيندي رهندي ته درين چه شڪ. چوته ڪڏهن نه ڪڏهن قدرتي ڪارڻ ناگاه نروار ٿيندو آهي؛ تنهنڪري بره جي بيمار وٽ ضرورت جي آذار تي ڪونه ڪو حڪيم روحاني، هادي حقاني جي هيئت اختيار ڪري، بيمار جي علاج لاءِ اوچتو اچي آشڪار ٿيندو آهي- بفحوي الڪريمه : "لِڪُلِ قومٍ هادٍ — هر قوم واسطي حڪيم هادي آهي." پر اهڙو حڪيم هادي فقط سوزگداز ۽ سورن ڀري سهڻي جي پلئي پوندو آهي، نه بي درد فرد يا فردياڻي جي؛ جيئن جو درد ڏٺي سرتاج سنڌ فرمايو آهي (بيت):

جان جان ناهم ضرور، تان تان ناهم حبيب ڪو،

جي سريو سور، ته ويج به وَرِ پيو.

پر اهو حڪيم روحاني پڻ تڏهن هر بيمار تشنگي تار واري جي همت ۾ ايندو، جڏهن حڪيم مطلق سندس صحت يابيءَ جو سبب سجاڻي ڪري، پنهنجي حڪمت عمليءَ سان انهيءَ بيمار ڏانهن موڪلي ڏيندو آهي؛

تنهنڪري جڏهن ته حڪيم مجازي جي آڙ ۾ حڪيم معنوي مطلق پاڻ هر بيمار کي صحت سلامتي واري شفا بخشيندو آهي. بفحوي الڪريمه: «(واذا مرضت فهو يشفيني)- جڏهن به بيمار ٿيو وڃان ته پوءِ هو شفا ڏيندو اٿم.» جناب ترجمان حقيقت هن آيت شريفه جو ترجمو هيئن ڪرڻ فرمايو آهي ته- (بيت):

تون حڪيم، تون طبيب، تون درد جي دوا،
آهن سون اندر ۾، آزار جا انواع،
صاحب ڏيج شفا، سيان مون مريض کي.

تنهنڪري تخم محبت معنوي جي ڇٽڻ لاءِ چٽيندڙ قابل ڪڙمي کي گهٽي پاڳي جوهري ڪڙمي وانگي زمين زرخيز مٽي جو انتخاب نظر ۾ نروار هوندو آهي. خاص طرح آها مٽي زمين، جا نه فقط پاڻ مٽي اجمل هجي، پر تنهن سان گڏ سندس نالو ٿي اجمل ۽ سندس گل گون شيرين گفتار پڻ ما ڪي مصري کان به وڌيڪ مٺي الفت خيز اپار آشڪار هجي ته تنهن مٺي زمين ۾ تخم محبت معنوي جي قبوليت واري صلاحيت ويتر واڌو رهي ٿي، ڇه جائيڪه زمين شور ۽ ڪني ڪلراٺي، جنهن ۾ صلاحيت قبوليت جي ڪڏهن به ڪانه آهي. جيئن جو مولانا سعدي صاحب پڻ پنهنجن هيٺين بيتن ۾ پڌرو ڪرڻ فرمايو آهي ته

(١) زمين شور سنبل بر نيارد،
درو تخم عمل ضايع مگردان.

(٢) بارانکہ درلطافت طبعش خلاف نیست،
در باغ لالہ روید، در شور بوم خس.

پر جناب جامي رحمة الله عليه پڻ محبت معنوي کي تخم تازه سڏڻ جي سند ذيڻ فرمائي آهي. مصرعہ:

درميان جان من، تخم محبت کاشتي،
عاشقم کردي وا نکہ دل ز من برداشتي.

نہ فقط شاعرن مذکورن مٺي زمين ۽ کلراٺي جو مثال ڏئي سهڻي نمونہ ۾ نروار کرڻ فرمائي سمجهاڻي ڏني آهي، بلڪ پاڻ باريءَ تعاليٰ پنهنجي برهان هدايت ۽ فرقان سعادت ۾ زمين مٺي ۽ کلراٺي جي پڌري پچار کرڻ فرمائي آهي تہ "(والبلدة الطيب يخرج نباته باذن ربه والذي خبث لا يخرج الا نکدا)- جنهن جو مطلب آهي تہ مٺي زمين مان سڪ جا سلا ساهڙ جي حڪم سان سرسبز ٿي نڪرندا رهندا آهن. باقي زمين کلراٺيءَ ۾ ڪنڊن ڪکن کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ نڪرندو آهي."

پر خود پاڻ ميهار معنوي پنهنجي پاڪ وجود مسعود معنوي ۾ هيٺين حديث قدسيہ جي ذريعي تخم محبت جو هيئن چٽڻ فرمايو آهي تہ "(کنت کنزاً مخفياً فاحببت ان اعرف فخلقت الخلق) مون لڪل کاڻ هوس، پوءِ مون کي پنهنجي سڃاڻڻ جي سڪ سبيل ٿي، تنهن کري خلق کي خلقيم". هاڻي هن حديث قدسيہ مان صريح ثابت ٿيو تہ ساري مخلوقات ساهڙ جي سڃاڻڻ جو پورو پورو سبب ۽ ڪارڻ آهي؛ پر ساري مخلوقات کان مرتبي ۾ ممتاز ۽ پڻ بهترين بشر جسي ذات ستوده صفات آهي،

جنهن کي عزت احترام جي پهلوءَ کان اشرف المخلوقات جو لقب لاثاني عطا ٿي چڪو آهي، بفحوي الڪريمه: ”(لقد ڪرّمنا بني آدم)۔ اسان آدم زاده کي وڏي تعظيم ڏني آهي)“ تنهن سان گڏ ڪيس سهڻي کان سهڻي صورت پڻ ڏني وئي آهي، جنهن ڪري زيرين آيت شريفه ۾ سندس صورت سهڻي کي لقب عمدو (احسن تقويم) جو عطا ٿي چڪو آهي. ”(لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم) اسان انسان کي تمام سهڻي صورت ڏئي پيدا ڪيو آهي“؛ تنهنڪري هن آيت جي تقاضا موجب سيڪو انسان سهڻي سڏائڻ جو حقدار آهي، ليڪن تفسيرن جي راءِ رفيعه ۽ تصوف جي تحقيق انيقه موجب صورت بشري جو دارومدار شريعت جي شائقن ۽ پڻ طريقت جي صوفين صادقن ۽ معرفت جي ماهرن وٽ ٻن قسمن تي مبني آهي: (١) صورت ظاهري جسماني، (٢) صورت معنوي پرمعاني.

پهرين صورت ظاهري کي فقط ظاهر پرست وارن وٽ اعتبار آهي نہ معرفت جي ماهرن وٽ. پر خود ميهار معنوي کي پڻ صورت ظاهري فاني جو ڪوبہ قابل قبول قدر ڪونہ آهي، جيئن جو زيرين حديث انهيءَ بابت هر طرح حامي آهي تہ ”(ان الله لا ينظر الى صوركم و اموالكم و لكن ينظر الى قلوبكم و اعمالكم) بي شڪ ميهار معنوي جي نظر اوهان جي عملن ۽ دلين ڏانهن آهي، نہ اوهان جن صورتن ۽ مالن ڏانهن.“

ٻي مورت معنوي آهي، جنهن کي صورت پهرين وانگي ڪڏهن به فناء سان واسطو ڪونه آهي، بلڪ هي مورت معنوي جنهن کي سلوڪ جي سالڪن ۽ معرفت جي مالڪن وٽ وڏي اعتبار جوڳو وزن ۽ وقار آهي؛ جنهن کي گهڻي ڀاڱي عارف الاهي سيرت جي سهڻي لقب لاثاني سان يا «بوءِ بهار» جي بهاري سان ياد ڪندا رهندا آهن. انهي سيرتي سونهن غير فاني جو مدار ادب، اخلاق، تهذيب الستي ۽ ادراڪ وغيره تي هوندو آهي، جنهن کي سيرت جي سردار سرتاج سنڌ پڻ «بوءِ بهار» جو لقب لاثاني ڏيڻ فرمايو آهي- (بيت):

ماڻهو نه سيئي سهڻان، ڀڪي نه سيئي هنجهه،
ڪيني ڪيني منجهه، اڇي بوءِ بهار جي.

تنهنڪري جنهن به سهڻي کي صورت ظاهري فاني سان گڏ مورت معنوي يعني سيرتي مونهن غير فاني به حاصل هوندي، تنهن کي سرتاج سنڌ جي سَنَد موجب (بوءِ بهار) جو لقب لاثاني ڏيڻ هر طرح جائز ۽ پڻ مباح آهي، پر جنهن انسان ذات ۾ اِها بوءِ بهار جي نه آهي ته اهو انسان، انسان نه آهي، بلڪ هڪ حيوان آهي؛ ڇوته لفظ «انسان» علامه سيد آلوسي روح المعاني واري جي راءِ رفيعه موجب «اُنْس» معنيٰ وروح ڪان ماخوذ ۽ پڻ ورتل آهي؛ تنهنڪري جنهن به انسان کي پنهنجي ميهار معنوي يا ميهار شناس سان ڪوبه اُنْس ۽ وروح ڪانه آهي، تنهن کي فقط صورت ظاهري

ڪري انسان سڏڻ گناه آهي نہ مباح. شايد انهيءَ
آنس ۽ وروح جو لقب لاثاني پٽ ڏٺي پوتار وت
بوءِ بهار آهي، ڇوته جڏهن انسان ـ آنس الفت ڪان
عاري آهي، تڏهن آنس جي معنيٰ مفيده ڪان محروم
هجڻ ڪري، حيوان درنده جي حد تي پهچي وڃي ٿو،
جيئن جو زيرين مصرعہ ”خاڪ“ جي مان پڻ ظاهر
آهي تہ ـ مصرعہ:

آنس الفت عشق سان، انسان ٿي حيوان نہ ٿي
اهڙن حيوان صفت انسانن کي خود ميهار معنوي حيوانن جهڙا
سڏڻ فرمايو آهي، جيئن جو زيرين آيت شريفہ آشڪار
آهي: ”(اولئڪ ڪالا نعام بل هم اضل سبيلا)ـ يعني آهي
حيوانن جهڙا آهن، بلڪ واٽ وڃڻ ۾ حيوانن ڪان بہ
وڌيڪ گمراه آهن“. تنهنڪري جا بہ سهڻي مٺين صفتن
بنهي سان سينگاريل هوندي تہ جڻ ڪير ۾ ڪنڊ ٽيڻ
جون ڪيرون لهڻيندار رهندي، وگرنہ فقط هڪ سيرتي
سونهہ سان ئي جنهن کي سورت معنوي جو مرتبو ممتاز
مليل آهي، سهڻي سڏائڻ جي هر طرح حقدار آهي، جا
سهڻي گهڻي پاڳي پاڻ کي ميهار معنوي جي محبت مزيد
۽ نينهن ۾ نسري پاڻ کي نابود ڪري ٿي، تنهن کي ميهار
معنوي ترت بود جو بهرو بخشش فرمائي ڪري، بوءِ بهار
سان نوازي، رازو رموزن جي ڳجهين ڳالهين سان پڻ
روشناس ڪرائيندو رهندو، جيئن جو نابودي بابت پٽ ڏٺي
فرمايو آهي تہ ـ (بيت):

نابودي نيئي عبد کي اعليٰ ڪيو،
سورت ۾ مخفي ٿيا، صورت ۾ سيئي،
ڪبي اِت ڪيهي، ڳالهه پرين جي ڳجهه جي.

تنهن ڪري هرهڪ بوءِ بهار واري سهڻيءَ کي ميهار معنوي جي پرت پري پچار ۾ راتيان ڏينهان سندس ذاتي ذڪر اذڪار زبان تي چيا، بلڪ دل تي نقش نگار جي صورت وٺي نقشبندي نروار تي ڏيکاري ته جيئن جو ذڪري نقش زرنگار ئي خود ميهار معنوي نظر نوازش جي ڏري سڪ پري سهڻي جو پاڻ پڻ وڏي پرت پيار سان ذڪر ڪرڻ فرمائي رهيو آهي، جيئن جو زيرين آيت شريفه سان گواهي صادقه آشڪار آهي: ”(فاذڪروني اذ کرکم)– منهنجو ذڪر ڪريو ته مان پڻ اوهان جو ذڪر ڪريان“.
هن آيت جو شرح شافي پٽ ڌڻي وصف وافي سان هيئن هويدا ڪرڻ فرمايو آهي ته (بيت):

پڇن جي ميهار جو، پڇي تن ميهار،
فاذڪروني اذ کرکم، ياد ڪيو جن يار،
ترهو تنين پار، عشق جن جو آڪرو.

هن بيت مان پڻ پڌرو آهي تہ جنهن بہ سهڻيءَ جي سينه بي ڪينه ۾ سچي سڪ ميهار معنوي جي موج زن هوندي ۽ سندس اندر ۾ وره جي وروح وندر وارو عشق آڪرو هوندو، تنهن جو ترهو بوءِ بهار جي بهاري سبب تري نيٺ پار ماڻي ڪري، پار

ڏئي وٽ پهچندي. قرآني قانون موجب محبت جي موج ۽ اورڻ اورڻ جي اوج پهريون ئي پهريون ميهار معنوي جي من مقدس ۾ موج زن ٿي، جنهنڪري هو هوت حقيقي حڪمت عمليءَ سان آدم ذات سهڻيءَ کي پنهنجي سڪ سبيل واري صورت تي خلقڻ فرمائي، پاڻ پنهان ٿي ڪري، سهڻي کي سڪ جي سمنڊ تار مان تري پار پهچڻ جو حڪم فرمايو. جيئن جو زيرين حديث مان ظاهر آهي: ”(ان الله خلق آدم علي صورته)_ بي شڪ ساهڙ سهڻيءَ کي پنهنجي پرت پري صورت تي پيدا ڪيو.“ جو ته جڏهن سڄڻ ساهڙ سائين پاڻ سهڻن ڪان به سهڻو آهي، تڏهن جوت جمال کي پڻ پسند فرمائيندو آهي، بفحوي الحديث: ”(ان الله جميل يحب الجمال)_ بي شڪ ساهڙ پاڻ سهڻو آهي، تنهن ڪري سونهن سان سدائين سڪ رکڻ فرمائي ٿو.“ هن حقيقت مان هويدا آهي ته پهريون پاڻ ميهار معنوي سهڻيءَ تي مشتاق هو، پر پوءِ تخم محبت سهڻي جي سينه ۾ سٽي چڻي پوءِ دل ڦُري ڪري، مخفي رهڻ جي رمز رچائي، نينهن جي نظريه موجب پاڻ تي لقب ميهار معنوي اختيار ڪرڻ فرمايائين، جيئن جو زيرين آيت شريف سندس مشتاق ۽ محب هجڻ تي گواهي ڏيئي رهي آهي: ”(يحبهم و يحبونه)_ هو ميهار سهڻن سان سڪ رکي ٿو ۽ سهڻيون پڻ ساڻس سڪ رکن ٿيون.“ هن آيت مان بن ڳالهين جي گواهي صادقه

صريحہ ثابت آهي: (١) سيهار معنوي سهڻن سان سڪ رکڻ جو اقراري ٿيو آهي، جنهن سان ثابت آهي تہ پهريون محبت سيهار جي من ۾ موج زن ٿي رهي آهي.

(٢) سچڻ سهڻن جي سڪ جي پڻ پاڻ تصديق فرمائي رهيو آهي، نہ فقط تصديق فرمايل آهي، بلڪ سهڻن صادقياڻن سان صحبت ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي تہ ”(کونوا مع الصادقين)- يعني سچين سهڻين جي جي صحبت ۾ رهو“- اهڙيءَ طرح عشق اول معشوق جي من ۾ موج زن رهي ٿو، جنهن جي تصديق زيرين مصرعہ فارسيءَ مان ظاهر آهي:

عشق اول در دل معشوق پيدا مي شود

تنهنڪري جڏهن بہ سچي سڪ واري سهڻي مشتاق جي مورت وٺي ڪري سيرن ۽ ويرن ۾، سڪ پريا سڏڙا ۽ پڻ وره جي وائي وارا واڪا ڪري، ساهڙ کي سنڀالي تہ جناب ساهڙ پاڻ سيرّي صورت اختيار فرمائي، سيرن ۾ اچي ساڻي ٿي ڪري، سيڪنهن سهڻي سچي جي سڏ تي لبيڪ لبيڪ يعني جي چوان توکي اي سچي سهڻي، تنهنڪري حال واري حال پائي سهڻي تہ پنهنجي ساهڙ جا سڏ سڪ جي سيرن ۾ پڻ ڪن قلبي سان ٻڌي سڏي رهندي آهي، پر ڪڏهن تہ مئي جي ڪنن سان پڻ پرت پريا ساهڙن جا سڏ ڪن ڪن سهڻين سچين کي چٽا چٽا ٻڌڻ ۾ ايندا آهن، جن جي جواب ۾ پڻ بفحوي الڪريمہ: ”(قد سمعنا واطعنا)-

جو اقرار ڪرڻ سهڻن جي زباني گواهي ثابت آهي. باقي هن ڪال قحط جي زماني ۾ ڪنهن قال واري سهڻي کي کهڙي ڪل ۽ خبر تہ ساهڙ سنهنجي سڌ تي "جي، جي" چوڻ فرمائي رهيو آهي؛ تنهنڪري هي حال ڪان بيحال سهڻي پنهنجي بي خبر سبب هيئن چوڻ تي آماده ۽ تيار هوندي آهي، جيئن فقير "خاڪ" جي زيرين ڪلام مان ظاهر آهي، جنهن جو فقط ٿلهہ هتي آڻڻ مناسب آهي:

جنهن جي مران تو عشق ۾، تنهن کي خبر نہ آهہ؛
شايد اپيل آهہ، فغان ۾ اثر نہ آهہ.

هاڻي هن ساري تحقيق انيق مان عيان آهي تہ سب ڪنهن سهڻي کي پنهنجي پرت پريل ساهڙ سان سچي سڪ سرمدي رکڻ پڻ فرض اخلاقي آهي، جنهن فرض اخلاقي کي سچا صوفي سلوڪ وارا فرض قطعي جي اهميت ڏئي رهيا آهن، بفحوي الڪريمہ: "(قل الله ثم ذرهم)- تون فقط ساهڙ جي سڪ رکہ، تنهن کان بعد غيرن کي ڇڏي ڇڏ)" ڇو تہ پرت جو پيمان فقط سيهار معنوي سان پاڙڻو آهي، نہ ڪنهن بہ غير ۽ ڏارئي دوست جي دشمن مان، جيئن ڪنهن فارسي دان فرمايو آهي (بيت):

بقول دشمن پيمان دوست بشکستي،
بہ بين کہ بريدي وبا کہ پيوستي.

تنهن ڪري سب ڪنهن سهڻي سچي کي سيرن

۽ ويرن مان امتحاني طور تي تري تري پار پهچڻ سان
پڻ پارپهچي ڪري، پنهنجي پار ڏٺي کي پسڻ وڏي وقعت
رکي ٿو. اها معنيٰ معرفت واري سام سائڻ فقط ائين عاجزانه
تي مدار رکي ٿي، نه سياڻپ ۽ ڏاهپ تي، جيئن جو
ڏاهپ کان ڏهه ڪوه پري پڇڻ جو حڪم هيئن پٽ
ڌڻي فرمايو آهي- (بيت):

آلا ڏاهي م ٿيان، ڏاهيون ڏکي ڏسن؛
مون سين مون پرين، پورائيءَ م پال ڪيا.

پرنابودي ۽ عاجزي بابت ”خاڪ“ جي زيرين مصرعه
مان پڻ پٽ پرائي پڌري ملي رهي آهي (مصرعه):

نظر سان نابود کي، بود ڪيڙئي،
موٽي مٽ کي محبوب، محمود ڪيڙئي.

اهڙيءَ طرح ڪنهن فارسي دان فرمايو آهي ته (بيت):

خاک شو خاک تا بروید گل،
کہ بجز خاک نیست مظهر گل.

تنهنڪري سڀ ڪنهن سهڻي کي ميهار معنوي
اڳيان عاجزيءَ کان ڪم وٺي ڪري، نوري نمائي
وارو نياز بي انداز ۽ پڻ ادب اياز واروڪم آڻي ڪري،
پنهنجي پياري ميهار معنوي کي ماڻي، نه ڏاهپ ۽ سياڻپ
سان، تنهنڪري فقير راقم الحروف پڻ پٽ ڌڻي جي
صلاح پرفلاح تي ۽ سندس ڪين ڪمائڻ واري نظريه
تي عمل پيرا رهي ڪري، پاڻ تي پاڻ تخلص ”خاڪ“
رکايو ته پلي عاجزي جي علامت پاڻ تي پڌري ۽

هويدا هجي. هاڻي سهڻيءَ جي صورت وٺي ڪري، ساهڙ سان سورن سلڻ جو سلسلو جنباني ابياتن جي صورت ۾ نمبروار نروار ڪرڻ ۾ اچي ٿي.

## ابيات خاڪ

(الف) ڦليلي فـراق ڪـي سنتـر جـيـل سڏن،
گهڙي پاسي گـهوٽ، واڪو ويـل سـڏن،
قلـم دنيا ڦند ڪـي، فقط ڪيل مسـڏن،
نيلو نسيـل سڏن، ڪڙي قسمت قيد ڪي.

(ب) ڪڏهن قسمت سان تيو وحدت منجهه وٺاڻ،
ملـيا مون ميهار ڪان، لڪ لڪ ڏاتيون ڏاڻ،
ڪتابتون قرب جون، پڙهيون پڙهان پاڻ،
ڪيڏان نہ ڪنهن جي ڪاڻ، سوا ساهڙ سر تيون.

( ج ) سـدائـيـن سهڻي ڪـي، سڏي پاڻ پيو،
قُل سيروا فـي الارض حـڪـم سـيـر ٿيو،
تري سيرون سيڪ جـون، پهچڻ پار هُيو،
سري ساه ڏيـو، نـذر نـاٿو نينهن جـو.

( د ) نذر ناٿو نينهن جو، سهڻي ٿي ڪڻ سان،
لنگهي لهريون لوڪ جون، موجون ميهر ماڻ،
آئيون آئي آڻ، ساهـڙ سائين سـاهہ جو.

(هہ) پار نہ وسري پاڻ ڪان، نہ ڪين پار ڏٺي،
گڻ نہ وسرن گڻهار جا، جي تون گالهہ گڻي،
تار نہ وسري يـار جي، تريون تـار ٺٽي،
وٺي يا نہ وٺي، تبہ پرت رکي وچ پار ڏي.

ميڻي قيل مقال واري محفل مٿل موجب پٺوڻي نہ پيو تہ ناگاہ نماز مغرب جو ميقات اچي موجود ٿيو. جناب ميهار جديد اجمل ازيد جي ارشاد پُرمراد موجب مصلو ملپيو. محفل سري جي مقام ۾ نماز پرنياز ادا ڪرڻ ۾ آئي. فارغ بالي بعد جناب ممدوح جن ہم تحفا نوان هديه طور تي ڏيڻ فرمايا: (١) مسڪين جهان خان ڪوسه، (٢) سندس تبصرن جو رسالو جو جوڙيل جناب محمد بخش بلوچ ”مجنون“ مرحوم جو آهي. اهي ٻئي ڪتاب اهڙي تنگ وقت ۾ دستياب ٿيا، جو مطالعه ڪرڻ جو وقت ڪونہ هو، چوتہ فقير موڪان وٺڻ واسطي آتي وڃڻ وارو هو. پر جناب ميهار صاحب ۽ سندس رفيقه حيات سهڻي، ٻنهي يڪ آواز تي فرمايو تہ اوهان صاحبن جي ماني پڻ تيار ڪرائي وئي آهي. آخرڪار ٻنهي جي حُب“ پريل حڪم موجب نيٺ ڪجهہ وقت ترسڻو پيو. بعده' دسترخوانہ وڇايل تي چند قسم طعام ترتيب وار رکيل نظر آيو. دست شوئي کان بعد طريقه مسنونہ موجب ڪانو گڏجي سڏجي ڪاڌو ويو. بعد فراغت جي ٿوري قدر محفل مچائي وئي، تانجو گفتار جي دوران ۾، دوباري فقير رخصت ياب ٿيڻ جي آرزو آشڪار ڪئي.

پاڻ فرمايائون تہ هاڻي ڪافي دير ٿي چڪي آهي، جيڪڏهن پنهنجي رضا رغبت سان رهو تہ هنڌ بسترا

موجود آهن، پر فقير کي پڻ انتظار آشڪار ٿيو تہ آءٌ جناب پير صاحب سرهندي سپرنٽينڊنٽ کان موڪلائي ڪونہ آيو آهيان، تنهنڪري فقير جي نہ وڃڻ ۾ ڪين انتظار شديد ٿيندو تہ فقير اڻ موڪلايو الائي ڪاڏي هليو ويل آهي. اهو وقت اٽڪل روئي رات جا ۱۱ بجہ وڄي رهيا هوندا، تنهنڪري جناب سيهار جن کي گذارش ڪرڻ ۾ آئي تہ جي تڪليف ۽ پڻ گراني طبع تي گوارا ڪرڻ نہ فرمايو تہ فقير کي آماڻڻ جي عنايت ٿئي، وگرنہ اوهان جي مرضي مبارڪ تي موقوف آهي. تنهن تي هڪدم هن حاتم طبع جميل جوڙي وڏي خوشيءَ سان تيار ٿي ڪري، ٻنهي جڻن ٻيٺي ٻاجهہ موجب فقير کي رات اونداهي هوندي بہ، ڪار تي کڻي ڪري، سنٽر جيل جي دروازه تائين پهچائي، پوءِ ٻئي واپس وريا. هنن قرب ڀرين قدمن کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي قربداري ۽ چڱائي چئبي، ڇوتہ بي وقت پاڻ کي تڪليف ڏيڻ سوا ڪنهن بہ لالچ لوڀ جي، محض لله في لله جي نيڪ ايراده سرجب چڱن جوئي ڪم آهي، نہ ٻين جو، وگرنہ فقير اميرن جي احترام ڏيڻ جو لائق نہ هو، ڇوتہ ڇا "خاڪ"، ڇا خدمت احترامي! اهو ڪوڙوئي دل کي نہ ٿو لڳي تہ ڪو "خاڪ" جهڙي حقير سان قدم قربن جا ڀرڻ لاءِ موجود هوندو، پر حقيرن تي حمايت جو هٿ ڌرڻ چڱن جوئي ڪم آهي، جيئن چو ڀٽ ڌڻي فرمايو آهي تہ (بيت):

(١) چڱا ڪن چڱايون، مٺايون بہ مٺن،
مي وڙ سي ئي ڪن، جي وڙ جڙن جن سان.
(٢) چڱن سان چڱائيون، ائين هرڪو هوءِ،
تو جيئن ڪري نہ ڪوءِ، جيئن بڇن سان ڀلائيون.

پر نہ فقط پٽ ڌڻي اهو نينهن جو نياپو ۽ سڪ سرمدي جو سياپو نروار ڪرڻ فرمايو آهي، مگر خود جناب ميهار معنوي پڻ مٺن سان بہ چڱائي ۽ احسان ڪرڻ جو حڪم ڪرڻ فرمايو آهي: «آحيسن اِليٰ مَنْ آسآءَ اِلَيْڪ)۔ تون تنهن سان پڻ چڱائي ڪر، جنهن توسان مٺائي ڪئي هجي». هن نص نروار مان نصيحت نادره نروار آهي تہ جيڪو بہ مٺو مٺائي ڪندو رهي، تون تنهن سان پڻ چڱائي ڪرڻ جي روش رکندو رهہ؛ نہ فقط ايترو، پر پاڻ کي پائيداري سان مٺي ڳالهہ ڳالهائڻ کان پڻ روڪيندو رهہ، ڇوتہ مٺو قول ڪڏهن بہ ميهار معنوي وٽ مقبول نہ آهي، بلڪ آنهي کي ميهار مدامي غيرپسند رکندو آهي؛ تنهنڪري زبان کان مٺو قول ڪڍي ظاهر ڪرڻ ئي ميهار معنوي جي مرضي جي برخلاف آهي، جيئن جو زيرين آيت شريفہ جي گواهي صادقہ مان ثابت آهي: «لا يحب اللّٰہ الجهر بالسوء من القول)۔ ميهار ڪڏهن بہ بڇڙي قول ظاهر ڪرڻ کي پسند نہ ٿو فرمائي». هن حڪم مان هويدا آهي تہ جڏهن ميهار معنوي يعني هادي حقيقي بڇڙي لفظ کي ئي پسند ڪرڻ نہ ٿو فرمائي تہ پوءِ بڇڙي ڪم

ڪي تہ تيئن وڌيڪ نفرت جي نگاہ سان نهاريندو رهندو هوندو، تنهنڪري صوفين صادقن وٽ ٻيڙو ڪم ڪرڻ تہ پري رهيو، پر ٻيڙي وراٽي ۾ پڻ ويڻ کان بہ هيئن روڪي رهيا آهن، جيئن جو نينهن جي نامدار نروار ڪرڻ فرمايو آهي:

(١) هو چوني تون نہ چؤ واتان وراٽي،
اڳيان اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي،
پاند ۾ پائي ويو، ڪينہ وارو ڪينڪي.

(٢) هو چوني تون نہ چؤ، ويڻ وراٽي سامهون،
جنيون ڦٽيون لوڪ جون، ڪي سٺيون تي ڪي سهہ،
ڳپ مان پوءِ ڳڙهہ، تنهنجو لڏي سوڏو لنگهي وڃي.

تنهنڪري فقير ڪي ساري رات مذڪوره غم ۾ گذارڻي پيئي، نہ ننڊ اچي نہ تشويش ۽ پريشانيءَ کان جند ڇٽي، ڇو تہ فقير کي خيال رهيو تہ مون پنهنجي عادت مالوفه جي برخلاف تسي ڪري، ڪيئن بي وقت پنهنجي ذاتي مفاد خاطر جناب ميهار صاحب ۽ سندس سعادتمند سهڻي سياڻي کي تڪليف ڏيڻ گوارا ڪئي آهي، وگرنہ فقير هميشه ٻين جي مفاد جو عادي بنيادي آهي ۽ سدائين سندن بهبوديءَ لاءِ مشتاق رهي ڪري، پنهنجو پاڻ پتوڙيندو رهندو آهي، ڇو تہ بشر جي لفظ ۾ بوءِ بشارت جو فائدو موجود هوندو آهي، تنهنڪري جنهن بہ بشر مان ٻئي بشر کي فائدو نہ پهچي، بلڪ آزاريندو ايذاءَ رسي تہ آهو گويا

بشر ئي نہ آهي، بلڪ آنهي بشر جو هجڻ نہ هجڻ جي برابر سمجهڻ گهرجي، جيئن جو اهڙي بشر بابت ڪنهن شاعر اردو دان فرمايو آهي تہ (بيت):

بشر سے نه هو فائده گر بشر کو،
برابر هے ايسے کا هونا نه هونا۔

تنهنڪري حقيقت ۾ فائده رسان بشريت جو ثبوت محبت آميز مضبوط جيئن جناب ميهار اجمل جوڙي جميل جي صورت اختيار ڪرڻ فرمائي، عبرت خيز نمونہ ۾ بيگاہ نروار ڪئي آهي، تيئن اڄ تائين شايد ڪنهن فرد فريد ۽ پڻ ڪنهن اراتمند الفت ازيد واري اهڙو بي مثال ثبوت آشڪار نہ ڪيو آهي، تنهنڪري هن جوڙي جميل جو هرهڪ قربن پريو قدم همدرد همدم جي هيئة هويدا ڪرڻ فرمائي، فقير جي انتخاب سهڻي ۽ ميهار واري ۾ پڻ وڌيڪ الفتي اضافو آڻڻ فرمايو آهي، وگرنہ سهڻي ۽ ميهار جو لقب لاثاني لهڻ دشوار ترين هو، نہ آسان ۽ سهنجو سڙو، جو آهو ساهو انڌو منڌو ۽ پڻ انڌي ڪاڻي ماڻي سگهي. جيئن جو مولانا حضرت سعدي شيرازي صاحب فرمايو آهي تہ (بيت):

نه هر زن، زن ست، نه هر مرد مرد،
خدا پنج انگشت يکسان نکرد.

اهڙائي جوڙا جميل روز رسيل گهڻي ڀاڳي خلق جا خادم بڻي ڪري، پاڻ کي ڏکہ ڏئي بہ، ٻين فقيرن جو سک پيدا ڪري، خلق ۾ سهڻي ۽ ميهار

ڇا، بلڪ 'خيرالناس' جو لقب لاثاني لهي ڪري، مخلوقات جا سربي مخدوم بڻندا آهن، جيئن جو زيرين مصرع مان پڻ ظاهر ۽ پڌرو آهي:

هر که خدمت کرد، او مخدوم شد.

پر مخدوم سان مراد فقير جي فهم موجب اهو مخدوم ممتاز آهي، جو صاحب بذات خود حديث حضوري پُر نوري جو حقدار ۽ پڻ مصداق بڻي ڪري، وڏن ماڻهن کي ڇا، بلڪ فقيرن پوڙهن زهيرن ڪسي پڻ سواءِ ڪنهن به لالچ ۽ لوڀ جي محض في سبيل الله فائدو پهچائيندو رهي، سو بي شڪ 'خير الناس' يعني ڀلي ۾ ڀلو جي لقب لاثانيءَ جو هر طرح لهڻيدار آهي، جيئن جو انهي بابت حديث حضوري جي گواهي صادقہ ڪافي ۽ وافي آهي: «خير الناس من ينفع الناس)- جو به ماڻهن کي فائدو رسائيندو رهندو، اهو ئي آدمين ۾ افضل هجڻ جو درجو رکي ٿو، تنهنڪري هن جوڙي جميل رمزن رسيل نہ فقط معمولي خدمت پيش ڪرڻ سان فقير بي طمع ڪان صله خدمت لهڻو آهي، بلڪ هڪ بفحوي الحديث: «الحب لله» وارو اخلاق اجمل صورت ستوده اجمل وٽي فقير جي درپيش ديدار نما ٿيو آهي؛ تنهنڪري فقير پڻ فرض اخلاقيءَ ڪان ڪم وٽي ڪري، ڪين لقب لاثاني مذڪور جو لهڻيدار بڻايو آهي؛ ڇو تہ ڪو به لقبُ يا عهدو احترامي پڻ هڪ امانت اعليٰ آهي، جا امانت ڪنهن بہ لائق ۽

پڻ اهليت واري آدميءَ کان سواءِ غير اهل کي سپرد ڪرڻ جي معنيٰ چڻ تہ حقدار سان ظلم ڪرڻ جي برابر آهي؛ تنهنڪري فقير پڻ هن ڇوڙي جميل کي هر طرح لقبن جو لائق ۽ حقدار سمجهي ڪري، ڪين پنهنجي عمده انتخاب ۾ آندو آهي، وگرنہ انصاف جي ڏينهن جناب ميهار معنوي جي اڳيان ڪهڙو ڪنڌ مٿي ڪڍجي هان، جتي ظالم ۽ پڻ مظلوم جي درميان روبرو فيصلو ٿيڻو آهي، جيئن جو زيرين "خاڪ" جي مصرع مان ظاهر آهي تہ (بيت):

تون ستمگر ڪر ستم، بي ڏوه مون مظلوم سان،
تنهنجو منهنجو فيصلو ٿيندو، خدا جي روبرو.

آخرڪار روئڻ واري رات ۾ ڳوڙها ڳان تي ڳڙي ڳڙي موتين جي مورت وٺي ۽ پڻ هنجهون هاري هار جي صورت ظاهر ڪري رهيا هئا، جن کي ميهار معنوي ڏسي پسي پاڻي ٿي ڪري، منهنجي منهن وارن موتين ماڻڪن جو پاڻ خوشيءَ کان خريدار بڻجي موتي وٺڻ آئيو، ڇو تہ جيتر ميهار معنوي سچو سوداگر بڻي ڳوڙهن جا موتي ڳنهڻ نٿي آيو، تيتر سندس عرش عظيم جذبہ جنبش ۾ موج زن هو، تنهنڪري تهدل تيار ٿي ڪري، جناب ميهار معنوي عادت مالوفہ مدامي وانگي فقير فراقيءَ جا منهن وارا موتي مهانگا پڻ ارزان اگهہ تي وٺي ويندو رهيو، جيئن جو عرش جي جنبش بابت مولانا رومي صاحب جي زيرين مثنويءَ مان پڻ پڌرو

آهي- مثنوي: گر برا رند از پشيماني انين- عرش لرزد از انين المذنبين. اهڙن موتين جي خريداري بابت هيٺين بيتن جي گواهي صادق پڻ پڌري آهي:

## ابيات خاڪ

(١) موتي منهنجي منهن تي وسيون پيا وسن،
ڳل تي ڳوڙهن واريون لڙاون لڙڪ ڪيرن،
ميهر ٻٽي ونن، موتي منهنجي منهن جا.

(٢) ماڻڪ موتي منهن جا، ملن ساڻ سهانگ،
سو سوداگر جوهري، موتين جي ڪن مانگ،
ساهڙ ساڻ سهانگ، ماڻيا موتي منهن جا.

(٣) لڙڪ نہ ڏسي لوئنبڙي، لڪي اوڪ لڪاءِ،
روئي روئي رت ڦڙا، رنل راهہ رجهاءِ،
وجه وجه الله ۾ ٻي ڏي ڪين وجهاءِ،
رئڻ واري رائي، رکي رسجي راءِ کي.

مطلب تہ ساڳي رات پرپات تائين آبديده ٿي، هنجن جا هار ڳل ڳچي پاڻي ڪري، موجب مشوره سرتاج سنڌ: "واسڪا ڪرڻ مون وس- پڌڻ ڪم ڪريم جو" تي عمل پيرا رهي، درد پريون دانهون ۽ پڻ اندروني آهون ڪري، پڻ عرش ڏٽيءَ کي التجا ڪرڻ ۾ آئي.

دعا جي فراغت بعد دل جو دل ۾ قوت ارادي

موجب الهام آيو تہ هي درد پريون دانهون ۾ اندروني التجائون ڪڏهن بہ اجايون نہ وينديون، بلڪ قابلِ قبول ٿي ڪري، سهڻي جديده ۾ ميهار جديد جي حق ۾ ڪونہ ڪو ضرور رنگ لائينديون. آهي آهون مناجات جي صورت ۾ پڻ قصيده جي صورت وٺي ڪري، هيئن هينئين شعرن ۾ نمبر وار نروار ڪجن ٿيون. اميد تہ پرت پڪيءَ جا پارکو پرک ڪان ڪم وٺي ڪري، جوهرين وانگر جوهري ٿي، قدر قيمت ڪرڻ ڪان منهن نہ موڙيندا، بلڪ قدر دان بڻي پورو پورو قدر ڪرڻ فرمائيندا، جيئن جو قدر شناسيءَ بابت ڪنهن جوهر شناس شاعر فرمايو آهي- (بيت):

قدر جوهر شاه داند يا بداند جوهري،
قدرِ گل بلبل بداند، قدر دلدل شه علي.

جو تہ جڏهن ڪڏهن انهن اديبن ۾ پڻ شاعرن شفيقن کي هن حقيقت افروز آڪاڻيءَ مان حقيقت جو هڱاءُ ۾ پڻ بسره جي باغ وحدتي جو واس يا بوءِ بهار جي اچي ويئي تہ ممڪن آهي تہ هو صاحب پڻ وڏي محبت مزيد ۾ شوق شديد سان هن ناچيز محنت کي قبول ڪرڻ فرمائيسي، قدر شناسيءَ جو داد ڏيئي، هيئن دعا ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وينداتہ ـــ

يا الاهي! تا قيامت يه چمن تازه رهے،
هر شجر هر نخل اسکا پهولتا پهلتا رهے-

# اجابت خيز جي آڙ ۾ اندروني التجا

## (الف):

جنم جواني جمال ماڻي، جميل احمد جمال گهر جو،
ادب عقل جو ڪمال ماڻي، جميل احمد ڪمال گهر جو.

(١)

قدير قدرت جي ڪرشمه سان، نهال ٿيندي مني ته مادر،
پسي پسر کي پيارو وفادار، نهال ٿئي نونهال گهر جو.

(٢)

خدا خزانه خفي کي کولي، ڏيار جوهر جميل صورت،
خزانِ اقدس ۾ کوٽ ڪهڙي، ٺڙي جي ٽانگر ٺوال گهر جو.

(٣)

نصيب اجمل اديب جاڳي، جميل احمد سبب سدائين،
عمارتي ڪو امير ايندو، بڻي بهادر بحال گهر جو.

(٤)

سپي ۾ سهڻي سپي جو موتي، سدائين سهڻو گلاب جو گل،
همه ٿي حورن هلايو هل هل، پلي ته ايريو هلال گهر جو.

(٥)

نگار تي ٿي نگار طرفان، نوازش تي نوازش آهي،
طفيل مهر نگار اجمل، پلي پلايو آ پال گهر جو.

(٦)

فرشته فرشي فرشته عرشي لکين ته لولي ڏين مبارڪ،
مٺي تي اجمل چٽ تبارڪ، جڙيو جمالو جلال گهر جو.

(٧)

خيال «خاڪي» هٿن سان ساقي، ڀري پيالو پيار باقي،
جميل احمد ڏسي اوطاقي، خمار اجمل وصال گهر جو.

(ب):

قسمت سان مرد ڪوڪو مهر نگار ماڻي،
اجمل نہ هڪ بشارت، پر بي شمار ماڻي.

(١) مهر نگار مينهن جي برسات مگي هرڪو،
مهر نگار تي پڻ صدقي آ مال تر ڪو؛
هيرن هنجهن ڪي هاري، ڪو هوشيار ماڻي.

(٢) مهراڻ موج مت چا، مهر نگار سان ٿئي،
همسر هيتي هتي چا، ڪو جي جيار سان ٿئي؛
مهر نگار بارش، ڪو ماندار ماڻي.

(٣) رت رت رڻ ڪان پو پڻ، مهر نگار وسندي،
وسندي پسي وطن ۾، قربن ڀري تہ ڪسندي؛
هيڪر هسي تہ هسندي، پر ڪو پيار ماڻي.

(٤) ملڪہ تي نيڪ نيائي، مهر نگار معنيٰ،
اجمل ڪي سام مخفي، بي سمجهہ هٿن طعنا؛
پر اسم مشترڪ ڪي، ڪو مختيار ماڻي.

(٥) اجمل عقيل جهڙو، سالڪ تہ سمجهي ويندو،
ڏوري اهو ئي لهندو، جو ڏور ڪجهي ڏيندو؛
مون جهڙو بي عقل چا، ڪو اختيار ماڻي.

(٦) رندن ڪان رمز مڪجي، رڳ روح جي رچڻ جي،
ناچو تي ماڻ ڦيري، پڻ نينهن جي نچڻ جي؛
حيوان ڪين ماڻي، پڻ اعتبار ماڻي.

(٧) جهيڙو جميل ناهي، رمزن رسيل آهي،
سوز و گداز ڪارڻ، سڪ جي سبيل آهي؛
وڪ وڪ تي وره وارو، ڪو پر وقار ماڻي.

(٨) خوش "خاڪ" پاڪ تي رهه، پاڪن جي پاس سان پڻ،
رهبر وٺي پو ره ره، رمزن جي راس سان پڻ؛
اجمل ٻٽي ڪو جڳ ۾، پوء جي جيار ماڻي.

(ج):

يار جو ڪو يار ياور، يار اجمل جو دلي،
ديد دل ديدار ٿيو، ديدار اجمل جو دلي.

(١) ڪار قلبي ڪار ڌاري، ڪر سواري ڪار جي،
ڪار ۾ راضي رهي، دلدار اجمل جو دلي.

(٢) ڪار سان مشغول تي، بيڪار ڪان بيزار هو،
ڪار واري سار ساري، سار اجمل جو دلي.

(٣) مهر ٿي ميهار جي، سهڻي گهڙي پيئي سير ۾،
مهر جو لاهه نه هٿ، ميهار اجمل جو دلي.

(٤) بيگ اجمل جي مٿان، ميهار جي شل مهر ٿئي،
مهر ملڪه جي مٿان، مختار اجمل جو دلي.

(٥) باغ وحدت جا ٿئي گل، گل گلابي تي رهن،
نور چشمي ٿي وڃي، نروار اجمل جو دلي.

(٦) سير سنٽر جيل چا هي، ڪر سلوڪي سير ڪو،
ڪار ۾ ملڪه، مگر مهندار اجمل جو دلي.

(٧) عرشوي جي آسري اڪيون ٿرن اجمل سنديون،
«خاڪ» ملڪه پڻ پسي، منٿار اجمل جو دلي.

# قسط پنجين

اڄ تاريخ ٩ ماه آگسٽ ١٩٧٠ع بروز آچر ٨ بجھ صبح جو پنهنجي پياري ڳوٺ ڪان ڪو خوشيءَ جو خط نورچشم **خورشيد احمد** جي صورت وٽي آئيريو. ڪولي ڏٺم تہ تنهن ۾ هيءَ تجلي تاب زن هئي تہ جناب ظاله صاحب اوهان کي پوٽي ڄمڻ جي صد مبارڪ هجي. جنهن جو نالو مبارڪ خورشيد احمد رکيل آهي، تنهنڪري توهان کي هيڏانهن اچڻ بابت عرض آهي. اميد تہ عنايت ارزاني موجب اگهي ويندو. اها خوشيءَ جي خبر ٻڌڻ شرط فقير کي سياڻي سومر ڏينهن مورخہ ١٠ آگسٽ تي ڳوٺ ڏانهن وڃڻ جو پورو پورو اچي پھ پور پيو. هي نيڪ نالي نورچشم آهوئي نروار ٿيو آهي، جو فقير جي ديدن کي ڏٺي پاڪ دو ماه اڳي ئي ڏيکارڻ فرمايو هو، جنهن جي خبر فرحت اثر اندروني الهام موجب بر وقت گهر جي ماڻهن کي ٻڌايل هئي. فقير سان اهو فضل الاهي اندروني الهام وارو هميشه شامل حال ٿئي رهيو آهي ۽ پيو رهندو، تنهنڪري فقير کي جيڪي بہ پٽ يا پوٽا پيدا ٿئي ٿيا آهن، تن جي خبر گهڻي ڀاڱي الهامي طور تي اڳي ئي آگاهي ٿيندي رهي آهي. مطلب تہ فقير تي سهار منان معنوي جي منت مزيد ۽ پڻ عنايت ارزاني

ازيد جاري ساري ٿيندي رهندي آهي. شل اجا به هميشه تبارڪ جي توفيق رفيق سان ٿيندي رهندي. آمين!

فقير هن نيڪ بخت نينگر جي تاريخ ولادت باسعادت سواءِ ڪنهن به دير ڪرڻ جي، هيٺن گهڻن نالن ۽ پڻ تاريخي مادن سان ابجدي حساب موجب تيار ڪئي آهي، جا هت نروار ڪرڻ موزون آهي، جا نظم جي صورت وٺي ڪري، حضرات شاعرن شهيرن ۽ اعليٰ اديبن جي اڳيان آشڪار آهي.

## تاريخ ولادت

اقبال ڪي عطا ٿـي، اقبال جـي مبارڪ،
لهڻي آ نيت ليجمي، لـکپال جـي مبارڪ!
(١) نينگار نيڪ نـالي نروار ٿـي ويو پـڻ،
پي-ماءُ ڏاڏي ڏاڏي مننار ٿي ويو پـڻ،
چاچن جا چشم چمڪن چس چال جي مبارڪ!
(٢) خورشيد احمدي پي حاڪو زبـان سولـي،

١٣٩٠هـ
اوڪي به آن جي اڳيان سولي ٿئي نه اولي،
هـاتف ندائي قولي، ميقال جـي مبارڪ!
(٣) گلشن- (غفر علي) جو پر گـل ٻٽي رهي پڻ،

١٣٩٠هـ
گلشن مٺي ٿي بلبل، گهر جو ڏٽي رهه اپڻ،
اقبال ڪي جـواني جرجـال جي مبارڪ!

(٤) (نيلي ظفر علي) جو نروار نيڪ نعرو،
١٣٩٠ھ
اقبال جو وريو پڻ وارن مٿي تہ وارو،
صحت سلامتي سان، صد سال جي مبارڪ!

(٥) هاتف ملي ٻڌايو، دو ماه کان اڳي پڻ،
(خضري چمار عامه) چمندو چام سڀ سڻ،
١٩٧٠ھ
تيرنهن نوي ۾ هر حال جي مبارڪ!
١٣٩٠ھ

(٦) شوڪت شفيع احمد عالي ٻڪي رهي ٿي،
١٣٩٠ھ
پڌرو دين دنيا والي ٻڪي رهي ٿي،
نگپال تي شل، نگپال جي مبارڪ!

(٧) ديدار يار هن جو ڏاتار اڳ ڏيکاريو،
سينگار سونهن صورت، ڪلتار اڳ ڏيکاريو،
الحمد نيٺ آئي، هن آل جي مبارڪ!

(٨) ٻنڦڙين کي يار پيارو، ما کي منو کان مصري،
نانائي دل تون نينگر، ويندو ڪڏهن نہ وسري،
مامن کي ٿي خوشي کان، خوش حال جي مبارڪ!

(٩) ”خوش خاڪ“ ڪيئن نہ ٿيندو، اقبال پٽ پسي پڻ،
اهڙي خوشي نہ ٿيندي، ٻي عيد ڪا ڏسي پڻ،
زردار کان ٻچي کي زرمال جي مبارڪ!

آخرڪار هن خوش خبريءَ کان پوءِ ساڳئي ڏينهن آچر تي اچي ڪري، اندر ۾ پهه پور پيو ته چونه اڄ ئي جوڙي جميل سهڻي ۽ ميهار رمزن رسيل سان هي آخرين ملاقات ماڻي ڪري موڪلائڻ گهرجي، ڇوته حياتي تي باقي رهڻ جو ڪوبه ڀروسو ڪونه آهي؛ تنهنڪري تنهن تقاضا جي پوري ٿيڻ لاءِ، پنهنجي پياري شاگرد جناب رياض احمد صاحب سرهندي فرزند ارجمند جناب علي احمد صاحب سپرنٽينڊنٽ صاحب سنٽر جيل حيدرآباد کي چيم ته وحدت ڪالونيءَ ۾ پهچايو وڃي. جنهن تي هن صاحب سوا ڪنهن به دم دير ڪرڻ جي پنهنجي ڊرائيور کي حڪم ڪرڻ فرمايو ته جناب، حضرت قبله استاد صاحب کي وڃي وحدت ڪالونيءَ ۾ پهچائي ڪري، پوءِ واپس وريو. فقير فوراً وحدت جي وينجهار جو دست شوقي سان در ڪڙڪايو، يعني گهنٽي وڄندڙ کي وڄايو. اندران زبان اردو ۾ آواز آيو ته "کون هے؟". جواب ڏنو ويو ته "فقير خاڪ!" اندر اچڻ جي اجازت آئي، تڏهن فقير پڻ اندر آيو. سهڻي جديده کيس وڏي خوشيءَ کان ڪيڪاري محفل سريءِ ۾ ويهڻ جو حڪم ڏيڻ فرمايو.

فقير ويهڻ شرط پڇيو ته جناب ميهار جن ڪيڏانهن ويل آهن، فقير ته آچر کي فراغت جو ڏينهن ڄاڻي سندس ملاقات لاءِ ساجهر سويل آيل آهي ته مون کان اڳي نه ڪيڏانهن نڪري وڃن، پر سويل جو اچڻ

پڻ ڪارآمد نہ ٿيو. پڇڻ تي پتو پيو تہ جناب گهر ڏڏي محفل جي باغ جو باغبان ڪنهن سودي سُود جي خيال کان مارڪيٽ ڏانهن نڪري ويل آهن. اجهو پاڻ چاڻ آيا. ٿوري گفتار ڪرڻ کان بعد راز رکيل رمز کان، جناب ملڪه مهرنگار کي هيئن آگاه ڪرڻ ۾ آيو تہ فقير کي سالن کان وٺي سڪ هئي تہ ڪوبہ جوڙو جميل هٿ اچي، جن مان هڪ کي "سهڻي"، ٻي کي "ميهار" جو لقب لاثاني ڏئي ڪري، انهن جي آڙ ۾ سهڻي قديمه ۽ ميهار قديم جي ياد ملهائي وڃي؛ تنهنڪري فقير جي انتخاب عمله ۾ اهو گهربل جميل جوڙو اوهان ٻئي ڄڻا ثابت ٿي چڪا آهيو، تنهنڪري توهان جي پنجن ملاقاتن کي پنجن قسطن ۾ لکي ڪري، مسوده طور تي سهڻي ۽ ميهار جي آکاڻي پوري ڪئي اٿم، جا آکاڻي اڄ اوهان کي ڏيکارڻ آيو آهيان. ائين ٿوري سمجهاڻي ڏيڻ کان پوءِ، کيس مسوده مذڪوره پيش ڪرڻ ۾ آيو. جناب سهڻي جديده اول کان وٺي آخر تائين پڙهي پُرجهي وڏي خوشيءَ کان شڪرگذاريءَ جو ثبوت قبوليت واري قول پرت پرين اکرن ۾ پيش ڪرڻ فرمايو.

ڪلاڪ کن گذرڻ کان پوءِ، هن سهڻي جديده جو سنگتي ساهڙ سهڻو پڻ اچي سهڙيو. ٿوري گفتاري رفتار کان پوءِ، سا ڳيو تحفو جديد سندس خدمت ۾ پڻ ڏيان چڪائڻ خاطر اڳيان آندو ويو. جناب ميهار جديد

پڻ وڏي سڪ ۽ شوق شديد سان سوچي سمجهي پنجئي قسطون پڙهي پرجهي پوريون ڪرڻ فرمائيي، پڻ سڀڪنهن قسط ڪي اعتبار جي اکين سان ڏسي پسي ڪري، قبوليت جو سرٽيفڪيٽ زبان درفشان قربن پري سان فقير ڪي ذاتي طور تي ڏيندو رهيو، جنهنڪري فقير جو حوصلو ويتر وڌي رهڻ جو باعث بڻيو. ڇو ته اجا پڻ ڪي گهراڻي خاندان جا قدر دان گوهر شناس پيا آهن، جنهنڪري واقعي جوهرن شناسيءَ کان ڪم وٺي ڪري، پارکن جو پيشه اختيار ڪندا رهن، جيئن جو قدردانن جي بابت شاهه حق آگاهه فرمايو آهي ته (بيت):

قدر وارا ڪم ٿيا، ڪٿا خريدار،
هيري ۽ جوهار جي ڪي سالڪ لهندا سار،
جي لوهه ڪٽن لوهار، تن ڪي ڪهڙو قدر سون جو.

(٢) جڏهن صرافن ٿي لڏيو، تڏهن لڏيئن ڇو نه سون،
هاڻي قدر ڪندئي ڪونه، نيئي گڏيندئي گڏونءَ سان.

پر انهيءَ نظريه جي پنيرائيءَ ۾ ڪنهن فارسي دان فرمايو آهي ته ـــ ”قدر جوهرشاه داند يا بداند جوهري ـ قدر گل بابل بداند قدر دلدل شه علي“. تنهنڪري دانائن جو چوڻ آهي ته بنيادي خاندان تي ٿورو احسان ڪرڻ يا ڪنهن به محسن هٿان مٿس آشڪار رهڻ ڪري، ڪڏهن به اهو خانداني گوهر ناياب احسان فراموشي نه هرگز گوارا ڪرڻ قبول نه فرمائيندو، پر رهندو

ساري جمار پاڻ کي پنهنجي محسن اڳيان قرضدار ڄاڻندو، پر جي ڪنهن بدِ بنياد سان چڱو قدم کڻبو ته ڄڻ نانگ کي کير پيئارڻ جي برابر ثابت ٿيندو، ڇو ته هو احسان فراموشيءَ کان ڪم وٺي ڪري، رهندو ڏنگن هڻڻ جا ڏانءُ ڏسندو رهندو، جيئن جناب حضرت حيدر ڪرار پنهنجي ديوان "علي" عربيءَ ۾ انهيءَ بابت فرمايو آهي ته (مصرعہ):

(اري الاحسان عند الحر ديناً، و عند القين هو ذماً و سماً)- جنهن جو مطلب آهي ته گهراڻي گوهر تي احسان ڪبو ته هو پاڻ کي محسن اڳيان سدائين مقروض ۽ گرويده ڪندو ايندو، پر غير گهراڻي تي ائين آهي، ڄڻ نانگ زهردار کي کير پيارڻ، جو کير پي ڪري، ڏهوڻو ڏنگ هڻندو رهي." بعده پڻ گفتار جي رفتار سان رمزن پري محفل مچائي ۽ رچائي وئي، تان جو گفتار جي دوران ۾ پنهي ڄڻن سهڻي ۽ ميهار يڪ آواز ٿي ڪري، فقير تي زور آڻڻ فرمايائون ته "توهان عنايت ارزاني ڪرڻ کان ڪم وٺي ڪري، پنهنجي حال حياتيءَ ۾ "ڪليات خاڪ" گڏ ڪرڻ ڏانهن پورو پورو توجه ڏيڻ فرمايو، جن کي بيمارن وانگي هوريان "هائو" ڪرڻي پيئي، ڇو ته نهڪار ڪرڻ نه ٿي ڏهي، جيئن جو ڪنهن شاعر فرمايو آهي ته (مصرعہ) هائو ڪري ڏو هوريان، بيمار جي طرح. آخرڪار رونق محفل رچي رچي ڪري، اهڙو ته

روح افزا رنگ اختيار ڪري ورتو، جو ٽائي واٽي سڏيڊ بجه ٿائين هاي رهي هئي، تان جو سهڻي صاحبه پنهنجي ميهار مهر پرور کي آگاه ڪرڻ فرمايو ته طعام تيار آهي، حڪم هجي ته آڻي حاضر رکان. اجازت ملڻ تي دسترخوانه وڇائڻ بعد طعام پر انتظام ترتيب طور دسترخوانه تي رکيو ويو.

جناب ميهار صاحب ۽ پڻ فقير دست شوئي کان بعد طعام گڏجي سڏجي کاڌو. فارغ بالي کان بعد نئون وضو ڪري، نماز پر نياز محفل سري ۾ نه، بلڪ خوابگاه واري مڪان ۾ ادا ڪرڻ ۾ آئي. تنهن کان بعد پڪي جي هير دلپذير سان ڏيڊ ڪلاڪ کن ننڊ آرام اچڻ لڳو. بيداري بعد ڏٺو ويو ته ٽائيم ٽائي واٽي پنج بجه پورا ٿيڻ وارا هئا. وضو جديد کان بعد نماز عصر جي ساڳئي خوابگاه واري منزل ۾ ادا ڪرڻ ۾ آئي. بعده جناب جوڙي جميل کان اجازت جي اپيل ڪرڻ ۾ آئي، جن پنهي ڄڻن خوشيءَ کان قبولڻ فرمائي. فرمايائون ته ”اوهان صاحبن کي ساڳئي طرح ڪار ۾ کڻي ڪري، سنٽر جيل جي گيٽ تي ڇڏي اچون ٿا.“ پاڻ جناب ميهار مهر پرور هڪدم ڪار کي تيار ڪرڻ فرمايو. فقير کي ڪار ۾ سوار ڪري، ساڳئي هنڌ گيٽ جيل واري تي ڇڏڻ فرمايو.

فقير خير جي رات سنٽر تي گذاري. صبح جو چانهه نوشيءَ کان بعد جناب صاحبزاده شبير احمد صاحب

سرهندي پاڻ پنهنجي سر ڊرائيور جي صورت اختيار ڪرڻ فرمائي. فقير کي ڪار تي ڪٺي ڪري، سوسائٽيءَ واري اسٽئنڊ تي پهچائي، پوءِ پاڻ واپس وري ويو. اتان لاريءَ جي ذريعي ڪونڙي ۽ ڪونڙي کان اسٽيشن تي پهچي ڪري، رمزن واري ريل محبت واري ميل ۾ چڙهي ڪري، اٽڪل چار بجه راتڻ اسٽيشن تي لهي ڪري، لاريءَ جي ذريعي ميهڙ ۾ جناب عطا محمد ايڊوڪيٽ وٽ پهتس. اها رات خير جي ميهڙ ۾ رهي ڪري، صبح سويرو چانهه نوشي ۽ ناشته ڪرڻ بعد موڪلائڻ جي ڪوشش ڪم آندم.

جناب نورچشم مذڪور فرمايو ته جناب قبله صاحب مون توهان لاءِ ڪڪڙ گهرايو. سنجهند رهي ماني کائي، شام جو هليا وڃجو. فقير ڏوري سوچ ۽ ويچار کان پوءِ کيس چيو ته آءٌ ڪنهن به طرح ويندس. اهو ڪڪڙ ڪنهن به وقت قسمت سانگي اچڻ ڏيو ته کائي وڃبو، اهو انهيءَ ڪري ڪرڻ ۾ آيو، جو فقير کي اندروني الهام ٿيو ته تنهنجا هر دلعزيز پيارا معزز مهمان تنهنجي ملاقات لاءِ، اڄ پري کان اچڻ وارا آهن، تنهنڪري انهي رمز پريل راز کي رکي ڪري، فقير وڪيل کان موڪلائي ڪري، اچي پنهنجي ڳوٺ پهتو. گهڙي ڪن نه گذري ته ڪو قاصد نياپو نروار ڪٺي آيو ۽ چوڻ لڳو ته توهان جا معزز مهمان حيدرآبادي توهان جي ملاقات لاءِ جيپ

تـي چڙهيا اچن ٿـا، گهڙي کن گذرڻ کان بعد آخر آهي مهمان اچي ويا.

مهمان ڏسي ڪري فقير ڏاڍو خوش ٿيو، جن مان هڪ جناب 'ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان، صدر شعبهء اردو، يونيورسٽي سنڌ جو هو ۽ ٻئي ٻيا ٻي رفيق ساڻس آيل هئا. جن صاحبن کي ملاقات ڪرڻ سان گڏ قلمي ڪتابن جي ڏسڻ جو پڻ گهڻو شوق هو. مهمانن کي في الحال هوا دار اوطاق ۾ رهائڻ جو بندوبست رکيو ويـو هـو. محفل ڏاڍي مثل مورت وٺي ڪري رونق رهائي، آخرڪار منجهند جي ماني کائو کائي ڪري، ڪجهه ننڊ آرام ڪرڻ فرمايائـون. بعده' نماز ظهر جي پر واري مسجد شريف ۾ ادا ڪرڻ ۾ آئـي. بعد فراغت جي ڪتب خانه فقير جو ڏسڻ فرمايائون. قلمي ڪتاب توڙي غير قلمي ڏسـي وائـسي ڏاڍو خوش ٿيا. پڻ هڪ ڪتاب فتاويٰ واحدي مطبوعه (جلد نمبر ۱) مطالعه لاءِ ساڻ کڻي وڃڻ جو خيال ڏيکاريائون، جو ڪتاب عادت جي برخلاف رهي ڪري پڻ ڏيڻو پيو، ڇوته قانون مطالعه ڪرڻ جو ڪتبخانه انـدر رهـي ڪرڻو آهي، نـه ڪتاب ٻاهر ڏيڻ جو، پـر بي اختيار تـي ڪري، مهمانن پيارن کي ناراض ڪرڻ ۾ نـه آيو. رات رهائـڻ جي رمـز رچائي ويئي، مگر مهمانن صاحبن فرمايو تـه اسان جا ڪي احباب لاڙڪاڻي منجهه اچڻا آهـن. جن سـان گڏجي ڪري ڪوٺنا وڃڻ جو

وعدو ۽ انجام آهي، تنهنڪري اسان کي معافي ڏيڻ فرمايو، آخرڪار موڪلائي روانا ٿي وياه مهمانن جي اچڻ ۽ وڃڻ جو ڏينهن اڳارو مورخه ۱۱ ماه آگسٽ جي هئي، ۽ انهن ساڳين مهمانن جو موڪليل هڪ ڪارڊ پڻ انهيءَ ئي ڏينهن ٽپال رستي آيل هو، جنهن ۾ هي هيٺيون مضمون درج ٿيل هو، جو پڻ هتي نقل ڪرڻ مناسب ڄاتو ويو آهي:

"نقل بعينه"

۷۸٦

حامدا و مصليا

**سنڌ يونيورسٽي**

بخدمت جناب حضرت مخدومي و مكرمي دام ظلكم

السلام عليكم و رحمة الله و بركاته۔

بفضله تعالےٰ اميدوار هستم كه آنجناب بخيريت و عافيت هستند يک ادبي كانفرنس در لاڙكانه منعقد مي شود و ما آنجا بروز دوشنبه ۱۰ اگست برويم و چشم داريم كه بروز سه شنبه بوقت صبح بخدمت آنجناب حاضر شويم. دو رفقاء كه هم اوستاذان اين يونيورسٽي هستند برفاقت حاضر شوند۔ انشاء الله تعالےٰ . كتب آنجناب را هم مطالعه كردن مي خواهند۔

فقط والسلام۔

احقر **غلام مصطفىٰ خان**

مهمانن جي موڪلائي وڃڻ کان بعد ڏپال بابت پڇا ڪرڻ ۾ آئي، تہ ٻہ خط مليا: (١) جناب حڪيم بزرگ محمد صالح صاحب رهڙه شريف جو، (٢) جناب اجمل بيگ مرزا صاحب جو، جنهن صاحب کي هاڻي ميهار جديد جي لقب لاثاني سان ياد ڪرڻ ۾ آيو آهي. جي ٻئي خط فرحت نمط توجه تام سان پڙهي پرجهي پورا ڪيم، جي ٻئي خط خوشيءَ جا فقير جي حوصلہ افزائي جو باعث بڻيل هوا؛ پر ثاني خط جو ربطي توجه فقير جي هڪ قصيده دعائيه سان هو، تنهنڪري فقط انهيءَ کي هت نروار ڪجي ٿو، پر پهريون قصيده دعائيه آڻي ڪري، تنهن کان بعد لڳولڳ جناب ميهار جديد جو تحسين نامه حوصلہ افزا نروار ڪرڻ ۾ اچي ٿو.

(٧٨٦)

## قصيده دعائيه

اچي اوچتو شام جو شاندار،
پيو پور ديدار جو پايدار.

(١) اچي باغ، اجمل جي بنگلي اندر،
ڏٺم ڪوچ ڪرسيون عجب آشڪار.

(٢) فقط باغ ۾ نيڪ بيگم ملي،
نہ اجمل نہ ڪو باغ جو باغدار.

(۳) دعا هيءَ دعا جي طلبگار هئي،
ٻيون پرت وارن جي پرچار پار.
(۴) پُراڻي ڪڏهن پرت تي آ نہ تيندي،
ڳنڍيندڙ هجي پرت پيدا پيار.
(۵) نہ مٽ پرت ۽ درد جو ورد ڪو،
هجي رات ڏينهان، پرين جي پچار.
(۶) پوي پور چوتون چوان اجملي،
هينئر چا هميشه هجي يادگار.
(۷) پنجو پشت اجمل جي پڌري رهي،
نظر نورچشمن چو مهر نگار.
(۸) ٺرن نيڻ ملڪه جا نينگر ڏسي،
خراسان گلشن ۾ ٿئي، گلعذار.
(۹) پدر ۽ مدر جي ٺيڙي دل پوي،
جيئن ٿئي ٺڙي روز ٺانگر جي ٺار.
(۱۰) اهو استخارا ۾ الهام ٿيو،
تہ اجمل جو جلدي ٿئي بخت يار.
(۱۱) بشارت لکيل پيءُ مادر کي پڻ،
اکين سان ڏسن شل اکين ٺار ٺار.
(۱۲) جميل احمدي نيڪ نينگر نصيب،
ڪرم سان بخشي ڏنس ڪردگار.
(۱۳) تي قادر ۽ ڏاڏر جي وچ ۾ نلي،
ملاقات مخفي ملي بو بهار.

۱۳۹۰هـ

(١٤) بشارت آ هاتف ٻڌائي ٻلي،

١٣٩٠هه

ملاقات مخفي ملي ٻوء بهار.

١٣٩٠هه

(١٥) پدر کي پياري نياڻي نلي،
ڇگي چاهه سان چانهه جڻ هئي تيار.
(١٦) ٻسي ۾ پيل چند ٻسڪوٽ پڻ،
ڪيا قرب محفل ۾، لک قربدار.
(١٧) فراموش ٿيڻان نه ٿيندا ڪڏهن،
ڪرم سان بيگم رهي ڪامگار.
(١٨) دعا ”خاڪ“ جي در ڏٺي ٿئي قبول،
وسي مينهن ملڪه مٿي ٻار ٻار.

هي قيصده مذڪوره بمورخه ٤ جولاءِ ١٩٧٠ع ۾ نيپال رستي اجمل عجيب نسل نجيب ذانهن موڪليل هو، جنهن جو جواب باجواب تحسين نامه جي تصوير وٽي طلوع ڪرڻ فرمايو، جنهن جي طلوع ڪرڻ جي تاريخ ١٣ جولاءِ لکيل نظر ۾ نروار اچي ٿي، پر فقير هن تحسين نامه جي طلوع کان اڳي ئي ساڳي ١٣ جولاءِ کان جناب ميهار جي مقناطيسي ڪشش موجب ڳوٺ پنهنجي کان نڪري ڪري، ١٤ رات جولاءِ جي ميهڙ ۾ اچي مقيم ٿيو، آتي خير جي رات راحت پري گذاري، صبح جو ساجهر ساهڙ جي سيٺ صدري واري سمن

پرڪشش جي تعميل موجب ١٤ ڏينهن تي اٽڪل ٤ بجي شام جو حيدرآباد سينٽر جيل تي پهچي ويو. مطلب ته جناب ميهار سنئار هٿ ۾ قلم کڻي فوراً ڪاغذ تي چاڙهي، بلڪ قلبي لوح تي لکڻ سان ڄڻ دل جي رستي دل کي تار پهچي چڪي هئي، تنهنڪري فقير تنهن تار تي فوراً لبيڪ پڙهي حيدرآباد منجهه اچي هڪدم حاضر ٿيو، ڇو ته جناب ميهار صاحب جي تار واري تحسين نامه ۾ حڪم پڻ حيدرآباد ۾ حاضر ٿيڻ جو هو، نه وحدت ڪالونيءَ ۾، جيئن جو سندس زيرين قول انهيءَ ڳالهه تي گواه صادق موجود آهي ته (خدا ڄاڻي ته اوهان بزرگ وري ڪڏهن حيدرآباد تشريف فرماء ٿيندا)- وگرنه فقير سڌو سنئون وحدت اندر پڻ پهچي وڃين ها ته درين ڇه شڪ، جيئن جو ڪنهن فارسي دان فرمايو آهي- (مصرعه):

دل ِ داند دل ِ ڪه آگاه باشد،
ڪه دلها را بدلها راه باشد.

تنهنڪري تحسين نامه واري تار فقير وٽ نه پهتي، بلڪ فقير جي اولاد وٽ پهتي، جنهن جو واپس وڃڻ کان پوء، پوريءَ طرح مشاهدو ماڻيو ويو. جنهن کي هاڻي سهڻي ۽ ميهار جي آڪاڻي ۾ آڻڻ موزون ڄاتو ويو آهي، ڇو ته تحسين نامه جو جسماني نه، بلڪ روحاني رابطو پڻ سهڻي ۽ ميهار جي آڪاڻي سان بلڪل

پرپور آهي، تنهنڪري تحسين نامه جي بعينه تصوير پيش ڪرڻ پڻ پُرنور آهي.

(٧٨٦)

## تحسين نامه

حيدرآباد ١٣ جولاءِ ١٩٧٠ع

محترمي و مڪرمي جناب مولانا درمحمد صاحب "خاڪ" سلامت باشند.

اسلام عليڪم و رحمة الله و بر ڪاته۔

بعد خيريت طرفين مطلوب معلوم رهي تہ اوهان بزرگن جو گرامي نامو، مورخہ ٤ جولاءِ ١٩٧٠ع وارو برابر موصول ٿيل آهي، وڏي مهرباني، نهايت عنايت۔ جواب موڪلڻ ۾ تاخير ٿي، جو سرڪاري ڪم سان ڪنهن ڪم سانگي ڪراچي ڏانهن ويل هوس، جتان موٽڻ بعد اوهان جو خط پرنمط پڙهيم ۽ حظ حاصل ڪيم ۽ جواب لاءِ فوراً قلم هٿ ۾ ڪنيم، تاڪ وڌيڪ انتظار نہ ڪرڻو پوي. مون کي افسوس آهي، جو اوهان بزرگ شام جي وقت غريب خانه تي تشريف وٺي آيو، ليڪن آءٌ اوهان صاحبن سان ملاقات ڪري نہ سگهيس. انهيءَ تشريف آوري متعلق جيڪو في البديه قصيده اوهان صاحبن لکيو آهي، سو پڙهيم ۽ بار بار پڙهيم ۽ لطف حاصل ڪيم ۽ پين عزيزن خويشن کي

ٻڌ پڙهي ٻڌايم. هر ڪنهن اوهان جي لکيل قصيده
جي وڏي تعريف ۽ واکاڻ ڪئي. ماشاءالله اوهان صاحبن
جي طبع روان ۽ قلم دوان آهي- (بيت):

اين سعادت بزور بازو نيست،
تا نہ بخشد خدائي بخشنده.

وري (ملاقات مخفي ملي بو- بهار ۾ ابجد مطابق
١٣٩٠هه

صحيح سالم ڏسي دل بهار بهار ٿـي وئي
الله ڪرے زور قلم اور زياده.

اوهان صاحبن جا تاليف ڪيل ٻئي ڪتاب جيڪي
تحفه طور ڏنل هوا، سي پڻ مڪمل طور تي اول کان
آخر تائين پڙهي پورا ڪياسين. نهايت لاجواب ڪتاب
آهن. خدا ڄاڻي تہ اوهان بزرگ وري ڪڏهن حيدرآباد
تشريف فرمائيندو. اچڻ کان اڳ پوسٽ ڪارڊ جي
ذريعي اچڻ جو اطلاع اڳواٽ ضرور ڏيڻ فرمائيندا.
جيڪڏهن اوهان جهڙا برگزيده بزرگ ۽ عالم هتي
حيدرآباد جهڙي شهر ۾ رهندڙ هجن تہ هوند اسان جهڙا
ڪيئي خام فيضياب ٿي وڃن. خدا ڪري تہ اوهان
بزرگن جو حيدرآباد ۾ مستقل قيام ٿئي ۽ ملاقات جو
انتظام صبح ۽ شام ٿئي ۽ فيض در خاص و عام ٿئي.
حضرت شاه لطيف رح جي ڪلام جي تشريح ۽ توضيح جو
ڪم جيڪو اوهان بزرگن هٿ ۾ ڪنيو آهي، ان جو
بہ خدا ڪري تہ نيڪ انجام ٿئي، ۽ بخريت اختتام

ٿئي. اميد آهي تہ اوهان صاحب بفضل خدا تعاليٰ خيريت ۽ عافيت سان هوندوَ. بزرگ آهيو، دعا ڪجو تہ عاقبة محمود ٿئي. اوهان جي نياڻي ملڪه بيگم پنهنجي بزرگ جي خدمت ۾ سلام ۽ نياز عرض رکي ٿي. دعا ڪجو تہ سندس گود بحق محمّد و آل محمّد سرسبز ۽ شاداب ٿئي، ۽ اسان جو گهر اولاد جي نعمت سان آباد ۽ شاد ٿئي ۽ هنن بندن گندن بابت بزرگن جي دعا مستجاب ٿئي. آمين ثم آمين! فقط والسلام

الراقم نياز ڪيش

**اجمل بيگ ق. مرزا**

وحدت ڪالوني، ٽنڊي سڙڪ، حيدرآباد سنڌ.

**نوٽ:** هن تحسين نامه ميهار جديد جي مان جيڪا مهر مهراڻ وانگي مون مٿي ۽ سهڻي مهرنگار تي مينهن وانگي وسي رهي آهي، تنهن جو اندازو ڪرڻ مون جهڙي بيوس جي وس کان ٻاهر ۽ پڻ فهم فڪر کان مٿي آهي، تنهنڪري فقير جو قلم لکڻ کان لنگ ۽ سندس عقل جواب ڏيڻ کان عاجز ۽ تنگ آهي، مگر تنهن هوندي بہ ، ٿوڙي قوڙي نموني ۾ چند جذبات جديده نظم طور تي نروار ڪرڻ ۾ اچن ٿا:

## جذبات خاڪ

**(الف):**

مهر مون تي مهر سهڻي ٿـي سدا ميهار جي،
ماڙ. گهر جي ٻاجهه پيٽي، مهر اجمل يار جي،

سڪ سمونڊي سار ڇا، درياءَ دهشت دار پڻ،
سير ساهڙ ڪي خبر، سهڻي جي سڪ ۽ سار جي.
سير سڪ ساهڙ ڏسي، سهڻي جي گهڙيو سير ۾،
سير سانڍيس ساهه ۾، جيئن ماءُ سانڍي پار جي.
توه تڪبي تي تهين ترهو، تري شل پار پئي،
تار ڪان پڻ تار آهي، پرت پرين پار جي.
مهر ڏوٽي پاڄهه پيٽي، توه ڪي تحسين گڻ،
بلبل ڪي بوءِ وٽي، تحسين جي گلزار جي.
مهر ميهر جي ڪري، وحدت بٽي گلشن پوي،
ساهه سهڻي ڪي بهاري، بوءِ گل هٻڪار جي.
ساه سر تن من ۽ دل جي بيگ اجمل يار پڻ،
ساه جي صندوق ساهڙ، ڏينڪ ڏاري ڏار جي.
"خاڪ"جي خوراڪ خوشتر، مهر منهن ميهار جو،
مهر وجه الله جي وسندي رهي وسڪار جي.

(ب):

اجمل جي سون صحبت، اجمل بنائي سهڻي،
اجمل جي آنس الفت، اڪمل بنائي سهڻي.
(١) اجمل فقط نه اجمل، نالو نگاهه اجمل،
اجمل عنايتن سان شام و صباح اجمل،
محفل مٽي سان ميهر، محفل بنائي سهڻي.

(٢) اجمل جو قال اجمل، اجمل جو حال اجمل،
اجمل مقال اجمل، خيالو خصال اجمل،
اجمل سلوڪ صاحب، منزل بنائي سهڻي.
(٣) اجمل عجيب ڪن وڌ اجمل ڏنو نہ مون ڪو،
اجمل عجيب وانگي اڪمل ڏنو نہ مون ڪو،
ساهڙ سوار صاحب، دلدل بنائي سهڻي.
(٤) اجمل جميل جڳ ۾، جيرو سدا رهي تو،
پرمن پريل جو سڀ وٽ، پيرو سدا رهي تو،
گلشن گلاب جهڙي، گل گل بنائي سهڻي.
(٥) اجمل جي الفتي ڪي، اجمل بڻ ڪپي،
سهڻي ڪي سڪ سچي سان، سهڻي تيڻ ڪپي،
ميهر جي باغ وحدت، بابل بنائي سهڻي.
(٦) اجمل جي سور موسل، مهر نگار آهي،
خوشبوء "خاڪ" گلشن، جي پُر بهار آهي،
باني تہ بره واري، بسمل بنائي سهڻي.

## ابيات خاڪ

(١) پنجتن جي پور ۾، پڻ مهر تي ميهار جي،
پنجتن جي پوءِ لڳ ڪي پاس پهتل يار جي،
پاس واري پاس ٿئي، پهريون نمبر نروار جي،
سڪ سمن سرڪار جي، سهڻي پسي سرهي رهي.
(٢) سڪ سمن سرڪار تي، سيرن ۾ سيرون پئي ڏئي،
وير ڪي ويجهو وڃي، ويرن ۾ ويرون پئي ڏئي،

موج ميهر ساڻ سانُي، ڪير ڪيرون پئي ڏئي،
هير هيرون پئي ڏئي، سهڻي ڪي سيڪنهن سير ۾.

(٣) سهڻي فقط نہ سهڻي، سهڻو سندس ادب پڻ،
سيرت حيا جي سائڻ، نروار تنهن نسب پڻ،
حالي سندس حسب پڻ، قالي جي ڦهري ڪال ۾.

(٤) قالي جي ڦهري قال ۾، حالي ٻئي نہ هرڪو،
حالي ڳجهي ڪي ڪرجو، وٽندوڪڏهن نہ ڪڙڪو،
ڀڙڪي تي ڀجهي ڀڙڪو، حاليسندي هينين جو.

(٥) مون ڪي مون ميهار جو حڪم پهتو هاڻ،
حيدري آباد ۾ وڃي ڪر وٺاڻ،
رمزن جي رهاڻ، مڙهيو مـن ميهار سان.

(٦) مون ڪي مون ميهار ڪان، حڪم پهتو حال،
هلي اڄ هـن پار ڏي، پاڻ ڪري پيمال،
لـڪيل لهرين وچ ۾، فتح تـي فـي الحال،
مانگر چاهہ مجال، جو سهڻي ڪي سامهون ٿئي.

(٧) مون ڪي مون ميهار ڪان، پهتو هي پيغام،
آتـي اڄ اڌ رات جـو، ڦنائـي آرام،
تارن ڪان طاعت سکي، تـوبـہ ماڻـج تام،
نانـکي تنهنجو نـام، لـکجي لوح لطيف ۾.

(٨) گهڙو پڪو گهوريو، ڀڄي شل نہ گهڙي،
منهنجي اک ازل ڪان، اجمل ساڻ اڙي،
لاشڪ پهچان لعل ڪي، لهرين منجهہ لڙهي،

چوي هرڪو هيئن ٻيو، جا گهڙي سا چڙهي،
ويرن ساڻ وڙهي، پسان منهن ميهار جو.

(٩) مون ڪان وسري ڪينڪي، ميهر ماڪاڻي،
ڏني جنهن دل جو ٿيو، پتاشو پاڻي،
الفت الفي عشق جي، ابدي آهڃاڻي،
پاڻي ٿيو پاڻي، پسي منهن ميهار جو.

(١٠) مون ڪي پلپل پيا پون، پورن مٿي پور،
سيرون ترڻ نہ سٽريون، مورن مٿي سور،
ترڻ واريون تري ويون، گهورون ڪائي گهور،
مون جهڙي معذور، ساهڙ تاري سير مون.

(١١) موجن ۾ ميهار، ايندم هوت هلي،
دلاسو دلگير ڪي ڏيندو، دوست دلي،
ميهر ساڻ ملي، موجون ماڻي ماڻيان.

(١٢) موتي مٺ ميهار ۾، سهڻي ڪي تہ سڏي،
پيهي منجهہ پاتار جي، گوهر گنج گڏي،
هلي ڏسي هٿن سان، والي واڪ وڏي،
آئي جا بہ تڏي، خالي موٽي نہ خير ڪان.

(١٣) منهنجي هن ميهار جو، خزانو آڻ ڪٿ،
ڏرمائي نہ ڏيڻ ۾، ڪونهي ميهر سٽ،
سهڻي ٿي سير سٽ، ماڻڪ گهور ميهار تون.

(١٤) ميهر مون تان معاف ڪيا، ڏک ڏولاوا ڏول،
پريون پريان جوهرن، جهولن مٿي جهول،

ڳاٺون ڪري ڳـــٺ، گوهرن جي ڳول،
ڍري مون تي ڍول، مڙيئي مهربانيون ڪيون.

(١٥) ســـن منهي ميهار جي، مٿان منهنجي ماڻ،
ٻاجهہ ٻيٽي ڪي ڏسي، سرتيون رکن ساڻ،
آرو رکي آڻ، ممنبر ڏٺي مون ڪي ڪيو.

(١٦) جيڪي هٿا پارکو، ســـي ويا لوهہ لڏي،
گڏون سون گڏي، اڄوڪا تہ انڌا ٿيا.

(١٧) سچو ٻچو ڪو ڪو، ڪوڙا سـو هزار،
چؤطرف چوڌار، ڪوڙن قطارون ٻڌيون.

(١٨) ڪوڙا قطارون ڪري، بيٺا منجهہ بازار،
سيڪو سڏائـي پاڻ کي، مهر پريو ميهار،
ڏيهن منجهہ ڏڪار، سچن سونارن جو ٿيو.

(١٩) سچن سونارن لڏيو، سـون سڃاڻي ڪير،
گڏون سون وچ ۾، فرق نـــہ رکن ڦير،
ڏيهن منجهہ ڏڦير، ٻٽيا پارک ســـون جا.

(٢٠) سچو سون نہ رهيو، پتل جو پيس پوش،
ڪوڙ پسي بازار ۾، سون رهيو روپوش،
ڪونهي قدر سون جو، نہ ڪو جذبو جوش،
هوشن مٿي هوش، مالڪ ڪو سمجهي رکي.

(٢١) سون ڪلهہ سچ جو، پيو سڀ ڪجهہ ڪوڙ،
ڪمر ٻڌي جو ڪوڙ تي، پائي منهن ۾ ڏوڙ،
ڏئي ڏوڪو ڏيهہ کي، گڏي ڪوڙ ٻدوڙ،
ڪوڙي ڪن اوڙ، ڪتا ڪيئي ڪت تي.

(٢٢) سچي سڪ سان سون ٿي، سهڻي وانگي گذار،
ترج لهريون توهه سان، توڙي پاڻي تار،
پرت پڪي سان پار، پسجي پار ڏٺي ڪي.

(٢٣) ميهر سون ڪي منهنجيون، مڙئي مڻايون،
ڍڪي چڏي ڍڪڻ ٿي، ڪچيون ڪچايون،
ساهڙ سچايون، ڪنهن جون وڃائي ڪينڪي.

(٢٤) پڙهي پرزو پرت جو، ڳولي ميهر ماڻ،
تري توبــه ترهـو، سيرن ۾ ڪڻ ساڻ،
منهه مـٿي ميهار جــي، آزي آرون آڻ،
ڪڍي ڪڍ نه ڪاڻ، ميهر سوا هن ملڪ ۾.

## ميهار ذيت سهڻي ماڻي

منهنجي ميهر ۽ يگانه يـار ماڻي سوهڻي،
سر جي سائين ساهه جي سينگار ماڻي سوهڻي.

(١) مهر پرور يـار اجمل، يـار يارن جو سچو،
مهر مهرائي رکـي، ميهار ماڻـي سوهڻي.

(٢) باغ وحدت جي بهاري ڪي، ڏسي بلبل چون،
واهه جو هن وحدتي وينجهار ماڻي سوهڻي.

(٣) ماه جولا باغ وحدت، ڏينهن آچر عيد ٿي،
(٢)
ني نظر نالي نلي — نينگار ماڻي سوهڻي.

١٣٩٠ ھ

(٤) (عمر خضري ۾) جوانا هاتفي حيرت رهي،
١٣٩٠ هه ١٩٧٠ع
گل حيا نائين نظر نروار ماٺــي سوهڻي.
١٩٧٠ع

(٥) ”خاڪ“محفل وئي ٻڌي، جڻ باغ ۾ گل پُربهار،
ڪار قلبي جي مٺي، مهندار ماٺي سوهڻي.

## پرت نامو

پرت نامو پرت جي، پرچار سان پرپور ڏس،
مي محبت ڪان پرڀل، ميخان تي مسرور ڏس.

(١) سوز سڪ جو هي صحيفو، پڙهه پڙهي پڻ پرت سڪ،
پرت وارن جو پيارن کي پيو پهه پور ڏس.

(٢) سڪ سچي سهڻي لڳي، سهڻي مٺي ميهار جي،
نينهن وارن جي نظر کي، نور ڇانئي نور ڏس.

(٣) سونهه صورت، سونهه سيرت، هر هئي ڪنڊ ڪير پڻ،
سونهه اهڙي ساڻ سهڻي، گهر ڏياڻي حور ڏس.

(٤) درد واري درد جي، وٽ درد وارن ڪان دوا،
درد جو پڻ درد تي وڃ، درد ٿيندو دور ڏس.

(٥) جوش جذبو پڻ جوانن کي، جگر ۾ جام پڻ،
ليڪ جذبه جو ڏٺي، جيرو رهي تو جهور ڏس.

(٦) عشق الفت ۾ شهادت، شوق ڪان پائي جنهين،
سو محبت جو مثل (پڻ موبمو منظور ڏس).

١٣٩٠ھ

(٧) سرت سان ساقي پري، هت ساڻ هي ساغر ڏنو،
مـي محبت جو موالي، تي پيو (مغفور ڏس).

١٣٩٠ھ

(٨) رمز رندن جي رچائي، "خاڪ" وانگي خاڪ ٿي،
خاڪ رهه چوري ٿي ٿي، چور ڪان پڻ چور ڏس.

(٩) "در محمد" درد وارو داستان ڪنٿو نـہ آ،
درد دل واري دري مان، تون تجلي طور ڏس.

---

آخر ۾ هـن ڪتاب جي پڇاڙي، هيٺ ڏنل نظم تي ڪجي ٿي.

[نوٽ: هي نظم ميهار حديد ــ جناب مرزا اجمل بيگ صاحب جي دولت خانہ "باب قليچ"، ٽنڊو نوڙهو حيدرآباد ۾ پڙهيو ويو، جتي علم ۽ فن جا قدر دان موجود هئا ۽ مهمان خصوصي مسئول خانہء فرهنگ ايران حيدرآباد جو ڊائريڪٽر جناب رشيد فرزانہ صاحب بہ هن ادبي نشست ۾ تشريف فرما هو، جو صاحب بہ وڏو عالم ۽ فاضل شخص آهي.

# نہ ڪو ساغر، نہ ساقي رهيو!

عشق عالم مان چڏي ويو، فسق سو باقي رهيو،
هن زماني ۾ نہ ڪو ساغر، نہ ڪو ساقي رهيو!

بره بي شهوت ڪمائي، قيس ٿيو مجنون اڳ،
مثل اڄ مجنون جي، پيو ڪونہ مشتاقي رهيو!

ليلي ليلي حسن تي مجنون لـڪ سلطان پڻ،
ليلي ليلي ڪان لقا، لاريب لولاڪي رهيو!

حب ليلي ۾ لقا، لاشڪ حقيقي هـو لڪل،
حق هڪ آ غير ڪونهي، شرڪ ۾ شاڪي رهيو!

ديد ور جي ديـد بينا، حسن ليلي جو ڏسـي،
ديد ور ڪي دان آنفس، دان افلاڪي رهيو!

نينهن نقلي ويو لڏي، اڄ عشق عقلي اوج تي،
فلسفه پـڻ سائنس ڦوڏو ڦري فاقـي رهيو!

ڇا ترقي قـوم اڄ مذهب بڻي پيو عام جو،
بي عمل عالـم بڻي، اڄ حامل اوراقي رهيو!

قدر جوهر ڪونہ ڪو ئي، قدر وارا ڪم ٿيا،
قدر گل ڦل جو نہ ڪو، هسوار بوراقي رهيو!

سير 'سيروا في الارض، جا سير ڪن هوندا سوين،
سير سرّي جي ڏڪر ۾، ڏيهہ ڏولاڪي رهيو!

شه شريعت قو) لحيدر ســن عرف نفسه فقد،
۹۱ ۱۳ھ ۹۱
عرف) ربه جنهن سڃاتو، سو نہ اولاڪي رهيو!
۱۳ھ

ذوق ڪان زو"ار آيـو، مؤمنن جـي ميڙ ۾،
چور ڇمڙو بي ادب، تنهن ڪان پڃي باڪي رهيو!
نور ڪان بي نور ٿي، شبپر رهي ڏو روز شب،
نور نوراني جماعت جو، ڏٺي ڏاڪي رهيو!
جا ڏنارٿون ڏار ٻڪري ٿي، چري چورن جي هٿ،
ڏٺ ڏٺي ڪي جو ڇڏي، دنيا ۾ غمناڪي رهيو!
وٺي ٻڌي اتحاد ايڪو، ڦوٽ فرقو ڏار پڻ،
جو رڏائي ڏيڍ چانور، يار ڪان ياڪي رهيو!
قحط پنجي ڪال ويو، اڄ حال جي اقبال جو،
حال وارن جي حڪايت جو، فقط حاڪي رهيو!
ڏيهه ۾ ڏاهي نہ ٿيا، ڏاهيون ڏهاڙي ڏک ڏسن،
پورڙي تـي پال، عرشي ماڻ اوطاقي رهيو!
پڻ «اسد» الله جو هي ميڙ «افضل» آهه اڄ،
باغ ٿي بيگن جي محفل، «اجملي» آقي رهيو!
سوپ پارت جي مٿان، «ساجد علي» جي ساٿ جي،
لوح محفوظي لسڪيل، لولاڪ جو لاقي رهيو!
صد مبارڪ «در محمد» مؤمنن جي ميڙ ڪي،
پنج تن جي پرت ۾، جو پاڪ پڻ پاڪي رهيو!

"خاڪ" تي گل ڦل چمن، گل ڦل جو مظهر "خاڪ" پڻ،
مير محفل جو بڻي اڄ، خلق ۾ خاڪي رهيو!

---

## شڪرگذاري

ڏني تعاليٰ جا لک لک شڪر، جنهن تبارڪ تعاليٰ پنهنجي توهه توفيق سان فقير کان هي هيٺيان ٻه ڪم پورا ڪرڻ فرمايا: (الف) سنگ بنياد مسجد نوراني جو، (ب) هي تحفہ ادب، سهڻي ۽ ميهار جي آ ڪاڻي روح رهاڻي پڻ اڄ تاريخ ۲ سيپٽمبر ۱۹۷۰ع ۾ پوري ٿي چڪي آهي.

### سجع

نازم به بخت خويش که در "محمدم،
مشتاق مصطفيٰ او مهدي مجددم.

**مؤلف فقير ابوالاقبال در محمد (خاڪ) صديقي**

پيش امام مسجد نوراني، حيدرآباد سنڌ.

# هديهٔ تشڪر

جن اديبن، عالمن ۽ فاضلن هن ڪتاب "جديد دؤر جي سهڻي ميهار" کي پسند فرمائي، پنهنجا تاثرات قلمبند ڪيا آهن، سي هن ڪتاب اندر پيش ڪجن ٿا.

آءٌ انهن سيني صاحبن جو شڪريو بجا آڻيان ٿو، جن منهنجي هن ڪاوش کي ساراهيو آهي.

زندگي وفا ڪئي ته انشاء الله تعاليٰ جلد ئي ٻيا ڪتاب به انهيءَ ساڳئي انداز ۽ فڪر ۾، پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪندو رهندس.

**ڊر محمد صديقي ڪاندهلوي**

بسم الله الرحمن الرحيم

# تصديقات

## (١)

تصديق پر تحقيق مزين به حقيقت حقيق۔

از جناب حبدار حبيب اديب عجيب

## حضرت شاه ساجد علي حسني صاحب

## هڪ حقيقت ـ هڪ گذارش

جناب حضرت مولينا مفتي در محمد صاحب "خاڪ" جن ڪان بنده جي نيازمنديءَ جو رستو تقريباً ڇهه - ست سال ڪان وٺي آهي. اِها انهيءَ زماني جي ڳالهه آهي، جڏهن آءٌ حيدري پريس حيدرآباد سنڌ جو پارٽنر هئس، ته مون وٽ سائين جن جو ڪتاب نالي "الوحي الوفي في وجوب ذڪر الخفي" ڇپجڻ جي لاءِ آيو. هي منهنجي خوش نصيبي ۽ خوش بختي چئبي، جو انهي بهاني سان جناب حضرت مولنا صاحب

سان نياز حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو. مان چند ئي صحبتن ۾ سائين جن جي خداداد قابليت علميت توڙي فضيلت ۽ روحانيت کان گهڻو متاثر ٿيس. ڪتاب جي پروف ريڊنگ جا فرائض مون خاڪسار جي حوالي ڪيا ويا، انهيءَ ڪري مون کي سموري ڪتاب جي مطالعي ڪرڻ جو سٺو وجهه ملي ويو. ڪتاب جي مطالعي بعد آءٌ انهي نتيجي تي پهتس تہ اسان جي سنڌ ۾ حضرت موصوف جي ذات بابرڪت هڪ عظيم نعمت آهي. هي اسان جي بدنصيبي چئبي، جو اهڙن خدا رسيدن بزرگن جي تحرير ۽ تقرير کان لاعلمي توڙي غفلت جي ڪري، فيض پرائڻ کان محروم آهيون.

پاڻ ظاهري توڙي باطني علوم جا مخزن آهن — مستند عالم، فاضل، فقيه، اديب ۽ شاعر آهن. عربي، فارسي، سنڌي توڙي آردو زبانن جا وڏا ڄاڻو آهن. طب جي فن ۾ بہ خاص مهارت حاصل اٿس. پاڻ صحيح معنيٰ ۾ صوفي ۽ درويش سڏائڻ جا حقدار آهن. چشتيہ قادريہ، نقشبنديہ سلسلي جي بزرگن وٽان کين خلافت جو خرقو عطا ٿيو آهي. سندن مريدن ۽ معتقدن جو تعداد تمام گهڻو آهي. ڪيترا هندو ۽ ٻين مذهبن جا پوئلڳ خصوصاً پڙهيل ڳڙهيل آفيسر طبقو بہ سندن معتقد آهي. آهي اڪثر ڪري، سندن خدمت ۾ حاضر ٿي، فيضياب ٿيندا رهندا آهن. انهي عام مقبوليت جو ڪارڻ رڳو اهو آهي، جو پاڻ صوفي طريقي جا پيروڪار آهن،

۽ صوفيہ فرقي جي بنيادي اصول موجب، ڌڻي تعالـيٰ جي خلقيل مخلوق سان بلا امتيازِ دين و مذهب پيار ۽ محبت سان پيش اچن ٿا. سائين جن جي مجلس ۾ سيني عقيدن ۽ نظرين جا افـراد ايندا رهندا آهن ۽ آهي سندن منڙين ۽ حڪمت ڀرين ڳالهين مان تمام گهڻو حظ حـاصل ڪندا آهن. پـاڻ هـمہ وقت نمازوقيام ۽ وردوظائف ۾ مشغول رهندا آهن. هن وقت سندن عمر شريف ٧٨ ورهيہ آهي، پر همت ۽ جرائت جو اهو عالم آهي، جو نوجوانن کان بہ گوءِ کڻي ويا آهن. سيني شرعي احڪامن جي بجا آوري ڪرڻ کان پوءِ، تصنيف و تاليف ۽ مطالعو وغيره بہ باقاعدگيءَ سان انجام ڏيندا آهن. انهيءَ کان سواءِ درس و تدريس جو سلسلو بہ پڻ جـاري رهندو آهي. سندن وعـظ و نصيحت کان متاثر ٿي، ڪيترا ئي تعليم يافتہ اصحاب قرآن پاڪ ۽ حديث شريف جو درس وٺڻ ايندا رهندا آهن.

اڄ هڪ ڏينهن عشاءَ جي نماز بعد مسجد نوراني (سينٽرل جيل) سائين جن جي خدمت ۾ ويس، تہ اتي پاڻ محترم جناب ڊاڪٽر محمد ابراهيم صاحب ميمڻ، پروفيسر لياقت ميڊيڪل ڪاليج حيدرآباد کي قرآن جي سورهٔ صف جي پوئين آيتن مان جهاد جي موضوع تي اهڙي تہ مدلل نموني ۾ سمجهائي ڏئي رهيا هئا، جو لاڳيتو انهي آيت شريف جي تشريح ڪرڻ ۾ پورا اڍائي ڪلاڪ لـڳي ويا. منهنجي ۽ ڊاڪٽر صاحب جي مهانـڊن

مان نظر تي آيو ته ٽڪجي پيا آهيون، پر ٻئي طرف جناب مولاناصاحب موصوف اڳي کان به وڌيڪ چاق ۽ چست و چوبند ڏسڻ ۾ تي آيا ۽ ائين پئي محسوس ٿيو ته جيڪڏهن اسان وينا هجون، ته پاڻ سموري رات باقاعدگي سان درس ڏيندا رهندا. پر صاحب موصوف به پروڙي ورتو هو ته همراه اٿڻ جي تيارين ۾ آهن. ڳالهه به واقعي ائين ئي هئي؛ انهيءَ ڪري فرمايائون ته چڱو هاڻي آرام ڪريو. هن آيت جي باقي سمجهاڻي وري سڀاڻي ڏينداسون. هتي هڪ ڳالهه بيان ڪرڻ نهايت ضروري ٿو سمجهان ته ڊاڪٽر صاحب هڪ وڏو مؤمن شخص آهي. اسلام ۽ ان جي زرين اصولن سان جنون جي حد تائين عشق اٿس. پاڻ انهي خدائي فرمان جي سختيءَ سان پابندي ڪندا آهن ته ”اوهان نيڪي ۽ چڱائي جي ڪا ڳالهه ڪنهن جي واتان ٻڌو ته آها پنهنجن ٻين ڀائرن تائين به پهچايو“. لهذا پاڻ مولانا صاحب کان جوڪجهه ٻڌندا آهن، اهو وري پنهنجن ٻين دوستن ۽ احبابن تائين باقاعدگيءَ سان پهچائيندا آهن. دعا آهي ته خدا تعاليٰ کين عمر خضري عطا ڪري، ۽ سندن ديني جذبي ۽ حوصلي کي وڌيڪ پختگي بخشي- آمين!

جناب مولانا صاحب هن وقت تائين اٽڪل 95 کن ڪتاب تصنيف ڪري چڪا آهن، جن مان ڪجهه ڇپجي، عام ۽ خاص کان داد تحسين حاصل ڪري چڪا آهن، ۽ ڪي

ڪتاب طباعت سان آراسته ٿي رهيا آهن، ۽ ڪي اڃا اڻڇپيل آهن. هتي هن ڳالهه جي لاءِ ڪجهه عرض ڪرڻ مناسب ٿو سجهان ٿو ته مولينا صاحب جي تصنيفات جي اشاعت ۽ طباعت جو ڪم اهڙي اداره جي نگرانيءَ هيٺ ٿيڻ گهرجي، جو باقاعدگيءَ سان اهي مفيد ۽ ڪارائتا ڪتاب عوام جي هٿن تائين پهچائيندو رهي. اسان جي سهڻي سنڌ اندر ڪيترائي صاحب پچنديءَ وارا آهن، لهٰذا انهن صاحبن کي گهرجي ته هو هن نيڪ ڪم ۾ رڳو مالي سرپرستي ڪندا رهن، ته پوءِ انشاءِ الله تعاليٰ مولينا صاحب جا ڪتاب سلسليوار شائع ٿيندا رهندا ۽ انهن صاحبن جو پڻ اهو پورهيو رائيگان نه ويندو. انهي باري ۾ خود خداوند قدوس جو ارشاد آهي ته ”تعاونوا عليٰ البر والتقويٰ“ يعني هڪ ٻئي کي مدد ڪريو چڱن ڪمن ۾ ۽ پرهيز وارن ڪمن ۾“. لهٰذا انهن صاحبن جي اها امداد اسلام قوم ۽ ملڪ لاءِ وڏي خدمت ثابت ٿيندي ۽ پڻ دنيا ۽ آخرت جو بهترين ثمر به هٿ ايندن. هن سلسلي ۾ هڪ ڳالهه واضح ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته مولينا صاحب موصوف کي نه رڳو ديني علوم تي ئي دسترس آهي، بلڪ پاڻ جديد علوم کان به چڱيءَ ريت واقف آهن ۽ هرهڪ صنف مثلاً سائنس، اخلاقيات، تاريخ، ادب، ۽ فلسفي وغيره جا به سنا ڄاڻو آهن.

موجوده وقت ۾ مون وٽ سائين جن جو هڪ

نئين ۽ انوکي انداز ۾ تيار ٿيل ڪتاب ”جديد دور جو سهڻي ميهار“ زيور طباعت سان آراستہ ٿي رهيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي علمي ادبي گهرائي جي هڪ ميچيل اديب ۽ شاعر شمس العلماءَ ميرزا قليچ بيگ صاحب جي فرزند ارجمند مرزا اجمل بيگ صاحب، ڪي جيڪو پڻ سنڌ جو چوٽي جو شاعر ۽ اديب آهي، بقول مولٰينا صاحب موصوف جي اندوروني الهام موجب، ”ميهار جديد“ بنائي، پيش ڪيو ويو آهي. گو انهي واقعي ڪي مرزا صاحب جي آڙ وٺي بيان ڪرڻ جو مقصد رڳو هيءُ آهي تہ اسان جي نوجوان ٽهي جيڪا انڌاڌنڌ بنا سوچڻ ۽ سمجهڻ جي مغربي تقايد ۾ ٻوڪجي رهي آهي، ۽ ذري گهٽ انهي مغربيت اسان جي نوجوانن ڪي اسلامي تعليمات کان بيزار ڪري، دهريت ۽ الحاديت ڏانهن مائل ڪري ڇڏيو آهي؛ ۽ پڻ آهي هن دور جي رنگنين ۾ اهڙا تہ غلطان ٿي ويا آهن، جو ڪوبہ وعظ و نصيحت سندن دلين تي اثر نٿي ڪري. هو اسلام ۽ آن جي زرين اصولن ڪي پٺي ڏئي، بنا ڪنهن سوچ ۽ ويچار جي انهي تباهي ۽ بربادي‎ءَ جي اوڙاهہ ۾ وڃي ڪريا آهن؛ تنهنڪري هنن جي اصلاح ۽ ڪين اونڌهہ مان ڪڍي، اسلام جي روشن نور ڏانهن آڻن هڪ مرد قلندر جو ئي ڪم آهي، جيڪو سندن نفسيات ڪي سوچي سمجهي، جديد دؤر جي تقاضہ مطابق اسلامي تعليمات ڪي اهڙي سهڻي طريقي سان

دلچسپ انداز ۾ سندن ذهن نشين ڪرائي، جو هو اسلامي
ڪتابن ڪي ائين سمجهي ڦٽو نہ ڪري ڇڏين تہ اهو رڳو
هڪ خشڪ اسلامي لٽريچر آهي، ۽ انهن ڪتابن اندر
رڳو پاڻ ۾ وڙهڻ جهڙڻ جهڙين رواتين کان سواء، ٻيو
ڪجهہ بہ نہ هوندو.

انهي باري ۾ هي ڳالهہ بيان ڪرڻ بيجاء نہ
ٿيندي، جوموجود دور جي علمائن سان خاص تعلق رکي
ٿي تہ دراصل اسان جي نوجوان طبقي کي خصوصي
طرح سان ۽ ٻين کي عموماً اسلامي تعليمات سان
روگرداني ڪرائڻ ۾، سندن بہ ڪجهہ هٿ آهي.
ڏٺو ويو آهي تہ اسان جا علماء ڪرام پنهنجين تحريرن ۽
تقريرن ۾ گهڻو ڪري، فرقہ بنديءَ جون ڳالهيون
بيان ڪندا آهن. اصلاحي ۽ اجتماعي پهلو تمام گهٽ
هوندو آهي، ۽ سڄي جي ڳالهہ وري اِها بہ آهي تہ
هرهڪ فرقي جو عالم پنهنجي ڳالهہ مڃرائڻ لاء،
قرآن ۽ حديث جو حوالو ڏيندو آهي. پوء هتي سوال
پيدا ٿو ٿئي تہ هڪڙو خالي الذهن مسلمان انهي ڳالهہ
تي غور ڪرڻ کان سواء نہ رهي سگهندو، تہ هڪڙو
عالم اسٽيج تي قرآن پاڪ جي سورت ۽ حديث جو
حوالو ڏئي پنهنجي ڳالهہ کي وزن وترائي ٿو تہ
وري ٻئي فرقي جو عالم سڀورو انهي ساڳئي اسٽيج
تي قرآن پاڪ جي ساڳي سورت کي پنهنجي فائدي ۾
پيش ڪري ٿو. ظاهر آهي تہ انهن جي دلين اندر شڪ ۽

شبها پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويندا. انهيءَ ڪري انهن ذي احترام هستين جي خدمت ۾ عرض آهي ته هو پنهنجن ذاتي اختلافن کي پاڻ تائين محدود رکن، ۽ اسلام کي رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جهڙي نموني ۾ پيش ڪيو هو، انهي ماڳئي انداز ۾ عوام جي روبرو پيش ڪندا رهن. جيڪڏهن اسان جا علماءِ ڪرام هن سائنٽيفڪ دؤر جون تقاضون اڳ و رکي، اصلاح ۽ تبليغ جو ڪم ڪندا ته پوءِ دنيا جي ڪابه طاقت اسان کي اسلام سان برگشته ڪرڻ جي جرئت نه ڪري سگهندي. انشاالله

سونهاري سنڌ جو سدا حيات شاعر ۽ صوفي حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحه چڱيءَ طرح پروڙي ورتو هو ته هڪ زمانو اهڙو به ايندو، جوجنهن ۾ عوام جي اڪثريت رڳو نالي جي مسلمان هوندي، ۽ هو نصيحت ڀرين ڳالهين ڏانهن توجه نه ڏيندي، انهيءَ ڪري ئي، هن پنهنجي ڪلام بلاغت نظام کي، جنهن جي لاءِ پاڻ فرمايو اٿن ته ”جي تو بيت ڀانيا، سي آيتون آهين“ کي به عوامي قصن جو روپ ڏئي بيان ڪيو آهي. فطرت جو نباض چڱيءَ طرح باخبر هو ته جيڪڏهن عوام الناس جي اصلاح ۽ سندن تزڪيه نفس لاءِ خدا جي پاڪ ڪلام جي تفسير کي (هن خطي جي مادري زبان ۾) ماڻهن جي ذهني رجحان کي مدنظر رکي،

پيش نہ ڪبو تہ ٿي سگهي ٿو تہ اهي سندس ڪلام ڪي اهڙي ذوق ۽ شوق سان نہ پڙهن ۽ پوءِ سندن جيڪو اصلاحي مقصد آهي، سو متان ڪٿي فوت نہ ٿي وڃي؛ تنهنڪري انهن حڪمت ڀرين ڳالهين کي عوامي قصن جي صورت ۾ بيان ڪيائون تہ جيئن نہ رڳو مسلمان، بلڪ ٻين مذهبن جا پوءِ لڳ بہ سندس عالمگير پيغام مان نصيحت حاصل ڪري، انسانيت جي اعليٰ ۽ ارفع مقام تي فائض ٿي سگهن.

جناب شاہ صاحب عليہ الرحمة جي وفات ٿئي ڪجھ عرصو گذري چڪو آهي. هلندڙ دؤر ۾ حالتون اڃا بہ گهڻو ابتر ٿي چڪيون آهن. مبارڪباد جا مستحق آهن، جناب حضرت مولانا صاحب جن، جو جديد ذهني رجحان مطابق هيءَ ڪتاب نئين روپ نئين ڍنگ ۾ صوفين صادقن ۽ رندن راسخن جي رنگ تي، نئين تجديد ۽ تحقيق ڪان پوءِ جوڙيو اٿن. اِها ڳالهہ پنهنجي جاءِ تي بالڪل صحيح آهي، جو اڄ توڻي ڪنهن بہ عالم، اديب ۽ شاعر هن نوع جو ڪتاب نہ لکيو آهي؛ تنهنڪري هي ڪتاب ”جديد دؤر جو سهڻي ميهار“ پنهنجي انفراديت جو پاڻ حامل آهي. هن ڪتاب ۾ هڪ طرف معرفت جا رموز ونڪات آهن تہ ٻئي پاسي هڪ مشهور و معروف هستيءَ جي زندگيءَ تي عالمانہ ۽ فاضلانہ بحث آهي.

هن سلسلي ۾، هتي هڪ حقيقت بيان ڪرڻ کان نٿو رهي سگهان ته برصغير هند- پاڪستان ۾ هڪ عجب جهڙي ڳالهه اها رهي آهي، جو ڪنهن به مشهور شخصيت تي، سنڌس مٿي کان پوءِ ئي ڪتابچه يا پمفليٽ لکيا ٿا وڃن، پر جيڏي شخص تي، توڙي اهو ڪيڏو به قابل ۽ لائق ڇو نه هجي، ڪڏهن به ڪنهن صاحب خامه فرسائي ڪرڻ مناسب نه پئي سمجهي آهي. تيڻ ته ائين گهربو هو، جو هن جي حياتيءَ ۾ ئي سنڌس شخصيت تي ڪتاب يا پمفليٽ لکيا ۽ ڇپايا وڃن ها، ته جيئن عوام سنڌس صلاحيتن کان چڱيءَ ريت باخبر رهي، ڪجهه افادو حاصل ڪري سگهن ها. سرڻ کان پوءِ، گهڻو ڪري سنڌس خوبيون يا چڱايون، عملي توڙي فني قابليت محض هڪ داستان جون حيثيت ٿيون رکن، ۽ عوام هن جي صلاحيتن مان ايتريقدر مستفيد نٿو ٿي سگهي، جيترو سنڌس حياتيءَ ۾.

جناب حضرت مولانا صاحب جٿس لهڙي، جو انهن پنهنجي وسيع تجربي ۽ آزمودي جي آڌار تي، نهايت غور ۽ فڪر ڪرڻ کان پوءِ، سنڌ جي هڪ اهڙي عظيم شخصيت سان روشناس ڪرايو آهي، جو واقعي ڪردار توڙي علميت ۽ فضيلت جي لحاظ کان هڪ عظيم شخصيت آهي.

دعا آهي ته خدا تعاليٰ جناب حضرت قبله مولينا صاحب کي خضري عمر عطا ڪري، جو آئنده به اهڙي قسم جي مفيد ڪتابن ذريعي عوام جي خدمت ڪندا رهن. وآخر دعونا ان الحمد لله رب العالمين.

خادم الفقراء
سيد ساجد علي حسني
نيو گرين پرنٽرس،
صدر، حيدرآباد سنڌ.

مورخه پهرين جنوري
سنه 1972ع

# (٢)

## از جناب اديب عالي محمد الله خان صاحب چانڊيو

رٽائيرڊ ڊپٽي ڪمشنر- حيدرآباد سنڌ

جناب مؤلانا در محمد "خاڪ" جو ڳوٺ ضلع لاڙڪاڻ جي تعلقه واره ۾ آهي. سال ١٩٣٢ ۾ جڏهن آءٌ ان تعلقه جو مختيارڪار مقرر ٿي پيس، تڏهن مولانا صاحب سان ڏيٺ ويٺ جي شروعات ٿي؛ نه رڳو ايترو، پر سندن صحبت ۾ قرآن شريف جي تفسير پڙهڻ، علم عروض جا سبق وٺڻ، شاه صاحب ڀٽائي جي بيتن جي شرح ۽ عربي پڙهڻ جو شوق جاڳيو. جناب مؤلانا صاحب جن ان وقت تائين به پنهنجي شعر جو چڱو ذخيره لکي پاڻ وٽ رکيو هو، اگرچه اهو ڇپيو يا ڇپايو نه ويو هو.

حضرت جناب "خاڪ" جي شعر جو لاڙو زياده تر روحانيت طرف رهيو آهي، اگرچه بظاهر ته ان ۾ تمثيل ڪري پيا هجن؛ انهيءَ ڪري ئي هيءُ سهڻي ميهار جو موجوده بيان به ان لاڙي جي ڪڙي آهي.

جناب مؤلانا در محمد صاحب جن نه رڳو شاعر آهن، بلڪ تمام چڱا خاصا نثر نويس به . البت اهڙا ذات ڪنهن ٿورن کي نصيب هوندي ته شاعر به هجن ۽ ساڳي وقت نثرنويس به.

سندن نثر ۾ اهائي قوت، اهائي نرمائي ۽ متاثر ڪندڙ ڪيفيتون آهن، جيڪي پڻ سندس شاعريءَ ۾ نمايان خوبيون آهن. نثر ۽ شاعريءَ کي هڪ ئي موضوع جي هڪ ئي ڏاگهي ۾ ۽ ٻوڻ ۽ فني نڪتہ نگاهه کان جامع انداز ۾ پيش ڪرڻ مولانا در محمد جي ذات آهي. جناب حضرت "خاڪ" جو اهڙي ڪهاڻيءَ کي کڻڻ جيڪو پناهي گهوٽ جي معرفت ڳوٺ ڳوٺ ۽ ڳلي ڳلي ۾ پئي ڳائجي، خود سندن علم فڪر ۽ فن جي گهرائيءَ جو پتو پوي ٿو ۽ محسوس ٿو ٿئي تہ مولانا ڇن نہ صرف شاعر يا نثرنويس آهن، پر اهڙا مفڪر آهن، جن سهڻي ۽ ميهار جي هن قصي کي نئين نظر ۽ نئين فڪر سان پروڙيو آهي ۽ عوام آڏو پيش ڪيو آهي. هن ڪتاب جي تحرير جناب در محمد "خاڪ" جي نظر ۽ فڪر کي آڏو آڻي ٿي ۽ محسوس ٿو ٿئي تہ جناب در محمد "خاڪ" نہ صرف شاعري ۽ نثر جي فن تي دسترس رکي ٿو، تہ پر سندس فڪر جيڪي عميق اونهاين ۾ وڃي موتي ڳوليا آهن، انهيءَ لاءِ حضرت "خاڪ" کي جيترو بہ ساراهيو وڃي، اوترو ٿورو آهي. سندن عمرآهر هيءَ جا کوڙ ۽ ڪشالا سندن مرد مومن هجڻ جو وڏو ثبوت آهن.

شال خوش رهن ۽ اهڙو فن ۽ فڪر اسانجي سنڌي سماجهڙن آڏو آڻيندا رهن تہ جيئن ايندڙ وقت اسانجي هن دور جي مفڪرن ۽ پارکن کي ساراهي. (آمين)

# (٣)

از جناب محبوب المحبوب اديب ممتاز
**محبوب علي صاحب چنه**
پرنسيپال گورنمينٽ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج- ڪراچي

# سهڻي ۽ ميهار جديد ٽي ٽبصره

هن دولابي دنيا ۽ دنيا وارن کي درست ڪرڻ لاءِ، بارگاه ايزدي مان الله وارا ايندا رهيا. اهي دنيا جي ڌار ڌار خطن ۾، عوام جي مذاق مطابق تبليغ ڪندا رهيا. انهن بهتر سمجهيو ته عوامي قصن ذريعي الله ۽ ان جي سونهاري رسول جون ڳالهيون آسانيءَ سان عام ماڻهن جي ذهن نشين ڪرايون وڃن، جيئن مولانا روم رحه ۽ شاهه ڀٽائي رحه جن ڪيو. مولانا روم رحه جو هينئيون حقيقت افزا شعر هن جي بخوبي دلالت ڪري سگهي ٿو ته:

"خوشتر آن باشد ڪه سرِّ دلبران،
گفته آيد در حديثِ ديگران".

اسان جو بزرگ محترم جناب مولانا درمحمد صاحب خاڪ به مذڪور بزرگن جي راه جو پانڌيئڙو آهي. رب سائين جي فضل سان ڪيس لطيف سائين جي شارح هئڻ جو ملڪوتي ملڪو عنايت ٿيل آهي؛ ان ڪري

جناب خاڪ صاحب بقول بيدل بادشاه جي تہ "خاڪي ڪيڙم ويس، نہ تہ آهيان نور نيارو" پنهنجي خاڪي پتلي کي رباني نور جي شواغل سان منور ڪري 'سهڻي ۽ ميهار' جي قديم قصي کي جديد، لذيذ پر ذومعنيٰ رنگ ۾ پيش ڪيو آهي. ان محنت شاقہ لاءِ جناب مولوي صاحب کيرون لهڻيون.

اسان جي قحط الرجاليءَ جي زماني ۾، مولوي صاحب جهڙا مقتدر شخصيات نادرات آهن. شال الله تعاليٰ کيس عمر خضري عطا ڪري. هن جي قلم زرين رقم مان بيڪ وقت شريعت جا نڪتا، طريقت جا اطوار، نثر جون رنگينيون ۽ شعر جون رعنائيون مثل جواهر ياقوت علم و ادب، مذهب ۽ طريقت جي سائلن لاءِ تمام ڪارآمد آهن. هن بزرگ ساليءَ ۾ ايتري بي لوث محنت قابل داد و ستائش آهي- شال رب سائين سندس قلم ۽ طبع ۾ شب و روز ترقي ڪري- "الله کرے زور قلم اور زياده".

مون کي اميد آهي تہ هي "سهڻي ميهار جديد" ادب نواز ارواحن لاءِ نصيحت آموز ۽ دلنواز ثابت ٿيندو.

٣٠-٧-١٩٧١ع

خادم العلم والادب

محبوب علي چنا

الحال پرنسپال ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج

ڪراچي.

(٣)

علم و ادب جو شهسوار

## از جناب مولانا غلام محمد صاحب گرامي

مهراڻ جو مور

’سهڻي - ميهار، سنڌ ۽ پنجاب ۾ هڪ مشهور عشقيہ ۽ حزنيہ داستان آهي. اسان جي صوفي بزرگن، ان واقعي کي، تصوف جي مختلف مقامات جي تشريح ۽ تفهيم جي سلسلي ۾، نهايت رنگين ۽ دلگداز انداز ۾ بيان ڪيو آهي.

تمثيلي طور، درياءَ آهي هيءُ جهان، ۽ سهڻي آهي سالڪ، جا درياءَ کي عبور ڪري، پنهنجي مطلوب ۽ محبوب سان ملڻ لاءِ جدوجهد ۽ جهاد ڪري ٿي.

اها تمثيل حضرت ڀٽائي گهوٽ، جنهن جامع ۽ اثر انگيز بيان ۾ پيش ڪئي آهي، ان جو مثال نٿو ملي. ڪاش! اسان جي هن دور جا علماء ۽ فضلاء ’سهڻي - ميهار، جي ”لطيفي تعبير“ تي غور ڪن، جنهن ۾ انسان، حيات، ڪائنات ۽ حق تعاليٰ جي باهمي تعلقات متعلق وجد آور ۽ روح آفرين تعبير ۽ تاويل موجود آهي.

’سهڻي - ميهار، متعلق، سنڌ ۽ پنجاب ۾ هزارن

شاعرن خيال آرائي ڪئي آهي، ان سلسلي ۾، سنڌ جي مشهور عالم دين ۽ صوفي صافي جناب مولانا درمحمد صاحب "خاڪ" ڪاندهلوي‌ءَ، 'سهڻي - ميهار' کي هن دور جي جديد ڪردارن تي محمول ڪندي، هڪ عجيب غريب چيز تيار ڪئي آهي، اهي ڪردار اڄ به زنده ۽ موجود آهن.

حساس ۽ روشن ضمير شاعر جي چشم بينا ۽ دل بينا، چند ملاقاتن کي جنهن صوري ۽ معنوي حسن ۽ تعبير سان ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي، ان کي "قلبي واردات" چئي سگهجي ٿو. سنڌي ادب ۾ هڪ تمثيلي، نادر ۽ فني چيز جو اضافو آهي- والسلام

**غلام محمد گرامي**

ايڊيٽر: "رسالو مهراڻ"
حيدرآباد سنڌ.

٢٧ رجب المرجب
سنه ١٣٩٠ هه
٢٨ سيپٽمبر ١٩٧٠ع

# (٥)

احسن الاديب شاعر شيرين بيان

## از جناب حافظ محمد احسن صاحب چنه

## ڀٽ اکر

سهڻي ۽ ميهار جو قصو ته ايامن کان پيو هلي چلي، ڳائجي سڻائجي پيو. ڪن شاعرن نظم ۾ قصو بيان فرمايو آهي ته ڪن اديبن نثر ۾ نروار ۽ عيان ڪيو آهي ۽ قيامت تائين پيا لکندا ۽ ٻڌائيندا ۽ سهڻي ۽ ميهار جا ڪارناما ظاهر باهر ڪندا رهندا، مگر سڀني کان زياده احسن ۽ افضل، اڪمل ۽ اجمل طرح سوز ۽ فراق ۾، معنوي مطلب ۾ سردار الاصفيا، سرتاج الشعراء حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه سهڻي ۽ ميهار جو قصو معنوي ميهار جي لاءِ تمثيلي ميهار جي آڙ ۾ جيئن بيان ڪيو آهي، ان جو ڪو مثال ۽ نظير اڄ تائين نظر نٿو اچي.

ليڪن معنوي ميهار ڪي خيالي ميهار ۽ سهڻي جي آڙ ۾ تا ابد پيا بيان ڪندا ۽ پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪندا رهندا. هرڪو پنهنجي نموني ۾ ۽ علحده عبارت ۾ نئين رنگ ۽ ڍنگ ۾ پيش ڪندا رهندا.

اهڙي صورت ۾ اڄڪلهه ان ميهار معنوي ڪي ميهار جديد جي صورت ۾، جناب محترم مولانا مفتي صوفي ميان در محمد صاحب ”خاڪ“ صديقي نقشبندي، اهڙي تہ صوفيانہ ۽ ناصحانہ عبارت ۽ نئين رنگ ۽ ڍنگ ۾ پيش ڪيو آهي، جو ڇا بات! تصوف جا باريڪ نڪتا، سوز ۽ فراق جا گوناگون گفتا، مقفيٰ نثر، سہ حرفي ۽ عمدي عبارت ۾، نظم ۽ نثر ۾ لکيو آهي: فنا في الشيخ، فنا في الرسول ۽ فنا في الله جا درجا واضح ڪيا آهن.

عبارت عالمانہ، فصاحت فاضلانہ ۽ نڪتا ناصحانہ نظر اچن ٿا. الفاظن جي ڪثرت، نظم جي ندرت ۽ نثر جي نزاڪت ۽ معنيٰ خيز مطلب. ائين پيو معلوم ٿئي، تہ گويا در شهوار ويهي پوتا اٿس. ظاهري ۽ باطني علميت، شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي مقام جي معلوميت جو پورو پورو ماهر پيو معلوم ٿئي.

جناب مولانا صاحب جا ٻيا بہ ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ٿيل علمي، ادبي ۽ تصوفي خزينہ آهن. هن پيرانہ سالي ۽ عمر ۾ بہ سندس علمي خزانو عام لاءِ اظهار ٿيندو رهي ٿو، جا علم دوست اصحاب ۽ عوام لاءِ هڪ نعمت آهي.

مولانا مفتي، صوفي، شاعر ۽ اديب در محمد صاحب مان منهنجون ڪي نسبتون آهن: (١) منهنجي استاد، استاد العلما، علامہ الحاج، الحافظ، مفتي اعظم، فياض

الزمان قبلہ حضرت مخدوم غلام احمد صاحب مجددي، نقشبندي، ملڪاني عليه الرحمت جو ارادتمند، عقيدتمند، بلڪ عاشق صادق آهي، جو سندن ذڪر ڪندي، اکين مان آب جاري هوندو اٿس ۽ مرشد ملڪاني جي تعريف ۾ ڪيترا شعر ٺاهيل اٿس.

(٢) جنهن ميهار جديد ۽ سهڻي جديده جي تصور ۾ معنوي ميهار ڪي ساراهيو اٿس، اهي منهنجا محسن ۽ محترم آهن، جن جي عزت منهنجي دل ۾ قديمي آهي. اها بہ نسبت مولانا صاحب سان ٿئي ٿي ۽ معنوي ميهار سان تہ لنؤ لڳل آهي، جا انشاء الله تعاليٰ نيبهہ تيندي- آمين.

(٣) شاعري ۽ ادبي لست ۾ بہ منهنجي ادني حيثيت واري سندس سان نسبت لڳي ٿي.

هن ڪتاب لاءِ عالمن ۽ اديبن عمدا تبصرا ۽ تعارف لکيا هوندا، مون جهڙي هيچمدان جي ڇا مجال آهي، مگر محترم مولانا موصوف سان منهنجون نسبتون ڳنڍيل آهن ۽ سندن ارشاد بہ ٿيو تہ ڪجهہ لکي ڏيو تہ مرشد جي نسبت واري ماڻهو جو يادگار هجي، ان ڪري مون پنهنجي لاءِ سعادت سمجهي بہ اکر لکيا آهن. اميد تہ قبول پوندا.

راقم الحروف **حافظ محمد احسن**

٢٨ ڊسمبر ١٩٧١ع — منظور منزل، دادو سنڌ.

# (٦)

## از جناب امينه صاحبه اديبه مجيبه
## بيگم جناب ڊاڪٽر هاليپوٽه

"موجوده دؤر جي مهڙي ميهار" جو مطالعو ڪرڻ بعد مون کي مسرت ٿي آهي ته "اچا به آهن ڪلجڳ ۾ ڪاپڙي". جناب مولانا در محمد "خاڪ" صاحب پنهنجي پيرسنيءَ جي باوجود، پنهنجي درويشيءَ جي دوربينيءَ سان، خاڪ جي ڍڳ سان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي دربار آقدس جا در بي مثال ڳولي، اسان جي آڏو رکيا آهن. بيشڪ، اسين مولوي صاحب جا گهڻا ٿورائتا آهيون، ڇاڪاڻ ته هن نموني سان پراڻي پيرائـي کي ورجائي، حقيقي محبت جي ماندڻ ذريعي نئين ۽ نرالي نموني قارئين جي اندر ۾ اتساه آياريو اٿن.

شال الله تعاليٰ رب العزت توفيق جو ترهو عطا ڪري، ته جيئن الله ۽ الله جي مٺي محبوب جي محبت، سچي سڪ ۽ شوق شغف جاڳي، ۽ اها جرڪي در دائم بنجي، داخل دفترِ حبيب بنجڻ جو ذريعو ٿئي- آمين! اسين هيٺا حبدار آهيون، جن جي خاڪي خام کي

شل شهنشاهہ دوعالم جو ديدار دراجمل جو درجو عطا ڪري۔ آمين!

**امينه هاليپوٽه**

۳-۱۰-۱۹۷۱ع ٦، سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس حيدرآباد سنڌ.

## [۷]

لاڙڪاڻه

۱٦-۸-۱۹۷۱ع

بخدمت جناب محترمي و مڪرمي

**جناب مولانا و مولوي دُر محمد صاحب**

السلام مسنون!

اوهان جي قلمي نسخي، ڪتاب ”جديد سهٽي ـ ميهار“ جو مطالعو مون حيدرآباد ۾ رهڻ جي دوران ڪيو هو. هي ڪتابي زيور جيڪڏهن ادبي بازار ۾ آئي، ادبي صرافن ڪان، ادب جي ڪسوٽيءَ تي پرکائبو ته هي هڪ صحيح ۽ سچو ادبي سون ثابت ٿيندو، جنهن ۾ ميراڻ يا مٽ خيرڪي نظر ايندو.

سچ پچ ته اوهان ڪي هي انوکي نوعيت جو ادبي شاهڪار نظم جي صنف وارو وجود ۾ آئي، سنڌي ادب

۾ بيش بها اضافو ڪيو آهي. الله ڪري جو اوهان جو "زورِ قلم" ڏينهون ڏينهن وڌئون وڌ ٿئي!!

فقط والسلام

دعاگو دعا طلب

**سيد محمود شاهه**

دڙي محلہ، لاڙڪاڻہ سنڌ.

# (٨)

از جناب ڊاڪٽر ابو الخيرات

## نثار احمد صاحب صديقي

صدر جماعت نوراني، ڪاندهلہ شريف.

"موجوده دؤر جي سهڻي ۽ ميهار"، مون گهڻي غور ڪرڻ سان، اول کان وٺي آخر تائين ڏٺو. جنهن ۾ جناب حضرت قبلہ امام الائمة حڪيم الامة مجدّد السلوڪ و الملة علامه ابو الاقبال در محمد صديقي سيف سبحاني صاحب جن اهڙو تہ تجديدي تحقيق انيق صوفين صادقن جي ڍنگ تي ۽ رندن راسخن جي رنگ تي ڪرڻ فرمايو آهي، جو تحقيق عالمانہ هر طرح قابلِ قبول آهي. اهو قبلہ جن جو تحقيق تجديدي نہ فقط تصوف ۾

سلوڪ ۾ ڪيل آهي، پر اهو تجديدي تجلو سندس سڪنهن تصنيف ۽ تاليف سان جلوه نما ۽ تابان نظر ايندو رهندو. بشرطيڪ سندس تاليف کي انصاف جي عينڪ پائي ڏٺو وڃي، ته هر ادب نواز توڙي دين دار وٽ قابلِ داد ثابت ٿيندو. فقير جي ڏٽي پاڪ جي درٻار ۾ دعا آهي ته اڃا به قبلہ جن کي ايزدي عنايت گاهہ مان عمر خضري عطا ٿيندي رهي، ته جيئن ٿيئن دين متين جو تجديدي ڪم جذبه، جوش و خروش سان فرمائيندا رهن— آمين!

بنده ابو الخيرات
**نثار احمد صديقي نقشبندي**

مورخه ١٥ سيپٽمبر ١٩٧١ع

صدر جماعت نوراني،
درگاه نوراني، ڪاندهلہ شريف،
نزديڪ نصير آباد، ضلع لاڙڪاڻہ.

## (٩)

## از جناب عبدالقادر صاحب

”موجوده دؤر جي سهڻي - ميهار“ جو هڪ نسخو نادر ڪرم قادر جي سان جناب حضرت قبله استاذي ”خاڪ“ صاحب جن جو تيار ڪيل نظر مان گذريو، جو

درحقيقت هن حضرت هادي صاحب وقت شناس ڪتاب مستطاب لکي، سنڌي ادب تي وڏو احسان ڪرڻ فرمايو آهي. سندس روحاني فيض سنڌ جي خطي کي سراسر سرسبز ۽ آباد ڪرڻ فرمايو آهي. شل عمر خضري ماڻي، اجا به سنڌ سڳوريءَ کي اهڙين سهڻين سو ڪڙين سان سرسبز فرمائيندو رهندو- آمين!

امید تہ سندس نثر خواه نظم ڪان گهڻي ڀاڱي سنڌ جو هر ادب نواز اهل علم ڇا، پر سنڌ سونهاري جو ٻچو ٻچو کين ياد ڪندو رهندو.

تاريخ ١-١-١٩٧١ع

عبدالقادر "شائق"
ايم.اي
اسلاميه اورينٽيل ڪاليج،
وارهہ، ضلع لاڙڪاڻہ.

## (١٠)

تصديق پر تحقيق:

## از جناب حضرت پير نثاراحمد صاحب سرهندي

سجاده نشين درگاه مجدديہ

الحمد لله العزيز الحکيم و الصلواة و السلام علي رسوله الرحيم و علي آله و اصحابه وسلم تسليما-

اسا بعد فيقول العبد الرّاجي الي رحمة ربه الصمد نثار احمد المجددي النقشبندي القادري مشربا و الحنفي مذهبا- جاڻڻ گهرجي تہ دور حاضره ۾ سلوڪ ۽ معرفت معنوي ڏانهن سچاڻ رکندڙن جي قلت قحط الرجال آهي. 'سهڻي-ميهار، سان تشبيهہ ۽ تمثيل ڏيئي، ميهار معنوي جي معرفت ۽ پڻ حبيب حقيقي جي حقيقت حقيقي سان روشناس ڪرڻ ۽ ڪرائڻ اهم ترين فعل مستحسن چا، بلڪ احسن ۽ لازمي آهي. بفحوي آيت ڪريمہ (مثلاً ما بعوضة فما فوقها- الآيه موجب عالم ناسوت ۽ مثال تمثيل سان سمجهائڻ تمام ضروري آهي. ضروري چا، بلڪ سنت الله ۽ عادت الله آهي. تنهن سان گڏ مدني مصطفي ۽ عرب عدني مجتبي جي فرمان فائق جي پڻ پڌري مطابقت آهي، جيئن جو هينئين حديث حضوري پرنوريءَ سان نروار آهي تہ (ڪلموا لناس علي قدر عقولهم- يعني ماڻهن سان سندن سمجهہ آهر ڪلام ڪريو).

تنهنڪري هيءُ رسالو نينهن جو نياپو نرالو نہ فقط نالي ماتر رسالو آهي، بلڪ معرفت جي مخزن ۽ اسرارن ۽ رموزن جو منبع ۽ پڻ عرفان الاهيءَ سان پرپور هڪ سفينه غزل آهي، جنهن کي منصفي طور تي نئون ايجاد سڏجي تہ مناسب ۽ موزون آهي، چو تہ تصوف جي تصوير ۽ پڻ سلوڪ جي سلڪ کي تجديدي تحقيق انيق سان معرفت ۽ محبت جي درياء عميق کي صوفين صادقن جي ڍنگ ۽ رندن راسخن

جي رنگ تي، جيڪو هن عالم اجل صوفي صادق نقشبندي، شاعر بي بدل علامہ الدهر المجدد المکرم المعظم مولانا مولوي در محمد صاحب صديقي تصنيف ڪرڻ فرمائي، نروار ڪرڻ فرمايو آهي، سو هر طرح قابل قبول ۽ لائق داد آهي، پڻ تقاضائن وقت جي مطابق آهي—

درين زمان رفيق خالي از خلل،
صراه مئي ناب و سفينہ غزلي است.

پير نثار احمد سرهندي
سجاده نشين، درگاهہ مجدديہ

# (١١)

تبصره مع نظم نروار از قلم فيض رقم
## جناب مولانا منظور احمد "منظور" صديقي
رڪن رفيع جماعت نوراني.

هي رمزن پريو رسالو، محبت ۽ معرفت جو پرپور مقالو، 'مهٺي - ميهار'، جي صورت اختيار ڪري، سچن سالڪن ۽ ادب نواز اديبن جي اڳيان آشڪار ٿيو آهي، جو تصوف تام ۽ ڪامل ۾ هڪ تحفو جديد، ۽ سڪ سرمديءَ جو صحيفو سديد، صوفين صادقن جي

ڍنگ ۾ رندن راسخن جي رنگ تي، هتان حضرت مرشد رهبر روحاني، شمس العلماء امام رباني، بزرگ نوراني، نالي جناب ابوالاقبال در محمد صديقي سيف سبحاني، نکري نروار ٿي چڪو آهي؛ جنهن جي موجوده دؤر ۾ اهم ضرورت آهي؛ نہ فقط مون کي، بلڪ سڀڪنهن سوز گداز جي ساڃاهہ سهڻي کي. تنهنڪري سڀڪنهن سهڻي تي حق آهي تہ هن رمزن ڀريل رسالي کي روحاني رمزن رچائڻ لاءِ، مشعل راهہ سلوڪ جاٽي ڪري، مٿس عمل پيرا رهڻ سان، سهڻي قديمي وانگي هڪ سرمدي جو ثبوت پيش ڪرڻ فرمائيندي رهي.

(٢) هن رسالي نينهن جي نياپي نرالي ۾، تجديدي تحقيق جو پڻ نئون نرالو نظريہ نظر ۾ نروار اچي ٿو؛ تنهنڪري جناب حضرت قبلہ موصوف کي، تجديدي تحقيق جي نقطہ نگاهہ کان مجدد معظم سڏڻ پڻ مناسب ۽ مباح آهي، نہ مبالغو ۽ وڌاءُ.

شال ڌڻي پاڪ اجا بہ حضرت «خاڪ» صاحب کي (عمر خضري ۾) وڌاءُ جو وهب فرمائيندو رهي، تہ

١٩٧٠ع

جيئن تيئن هي بره جو باغ سدائين سرسبز رهي ڪري، بلبلن جي حوصلہ افزائيءَ جو باعث بڻندو رهي. نہ فقط ايترو، بلڪ هرهڪ بابل زبان حال سان هيئن چوندو ۽ لاتيون لوندو رهي تہ (بيت):

يا الاهي! تا قيامت يـه چمن تازه رهے ،
هر شجر هر نخل اسکا پهولتا پهلتا رهے.

## نظم نروار

برهـم جو بهتر بـيـان، سهڻي مئي ميهار جو،
ٿيو قصو عمدو عـيـان، سهڻي مئي ميهار جو.
پرت پـريـو پر پيالو ، هـي رسالـو عشق جو ،
ٿيو عطا هادي هـڻـان، سهڻي مئي ميهار جو.
جوهرن سـان پر نجوڙي، هي رسالـو پـڻ ٿيو،
قـدر قيمت ۾ گـران، سهڻي مئي ميهار جو.
سڪ «سقاهم ربهم» ــ ساقـي ڏنـو ساغـر پري،
شـوق کان شربت پـيـان، سهڻي مئي ميهار جو.
شهد کان شيرين تر ، ما کـي مـٺـو مصري ٿيو،
چاش چيني جي چوان، سهڻي مئي ميهار جو.
جام شربت جو هٿن سان، هيئن ڏنؤ هاتف هلي،
سرت مون جيري مغانــ سهڻي مئي ميهار جو.

---

٧٠ ١٩ع

سونهم ساقي جي مٽي تي، تاج تجديدي سدا،
جسم جيرو ڪيو جوان، سهڻي مئي ميهار جو.
مـَي مجازي جي اندر پڻ، مـَي محبت معنوي،
مهر جو هٿ مون مٿان، سهڻي مئي ميهار جو.

جنهن تصوف جي طريقه کي شريعت پاڪ سان،
زيب ڏياريو بي گمان، سهڻي مٺي ميهار جو.
ثاهيو حضرت صديقي صوفيانہ ڍنگ تي،
درد دل جو داستان، سهڻي مٺي ميهار جو.
جو بڻي باني جماعت، نور نوراني ٿيو،
ڏيهہ ۾ ضوفشان، سهڻي مٺي ميهار جو.
ڪاندهلہ ڇا، ملڪ ساري کي سچڻ ساقي ڏنو،
بره جو مـي بيکران، سهڻي مٺي ميهار جو.
عشق عمدو مشڪ کان، ميهار وٽ«منظور» پڻ،
پڙهہ مُلان مستر ميان، سهڻي مٺي ميهار جو.

احقر
منظور احمد «منظور» صديقي ڪاندهلوي

# [١٢]

نظم نروار از جناب معتقد مخلص شاگرد شريف اخلص
## ميان محمد سليمان صوفي
مقيم مياندار چنجڻي

در محمد قبلئہ درويش آ ڏيان جو،
علم جو عالم رباني، قاري آ قرآن جو.
علم جي هي کاڻ آهي، فيض جو درياء پڻ،
لعل مخفي هو لڪل، موتي سچو منان جو.

فيض ملڪاني مليل، پڻ توڙ ڪان تنهن کي تمام،
سون سالڪ سو سچو، عارف عجب عرفان جو.
نينهن جو نعرو لڳل، نروار نوري نيڪ پڻ،
فقه فتويٰ فهم ۾، ثانـــي بڻيو نعمان جو.
ٿا سڏين مفتي تنهين کي، سنڌ جي صوبي اندر،
پڻ مجدد ديـن جو، ۽ عشق جي ايوان جو.
سونهم سهڻي مهر ميهر، ساڻ ٿي ڀرپور پيو،
هـي رسالو رمز ڀريو، حب جي هڳسان جو.
جيئن آ جوڙيل هي رسالو، تيئن نہ جوڙيو ڪنهن جناب،
بلبلو سيڪو بڻيو، هـن بره جي بستان جو.
باغ وحدت جا پوڄاري، پل تہ پوڄن باغ کي،
بلبلن کي ويو ملي، مـي باغ جي ميخان جو.
ترت ڪئي تصنيف جنهن، پڻ بي بيان ۽ بي شمار،
پڻ اديبن شاعرن کي، شڪر هن احسان جو.
جنهن ڇپايا ڪيترا، جـوڙي رســالا لاجواب،
ڇا ڪري تعريف عاجز، عقل هي انسان جو.
شـعـر گوئـي ۾ يگانـو، سيّد الشعراء پــڻ،
ڏس پڙهي هيڪر ادا تون، شعر شائق جوان جو.
"خاڪ" عاجز ۽ "خطائي"، ٻئي تخلص تنهن ٿيا،
نياز وارن تـي سدائين، راضـو رحمان جو.
ڪر نظر نافع، "نثار احمد" مٿي تون يا خدا،
(عمر خضري ۾) تنهين کي، ڏي جياپو جان جو.

٧٠ ١٩ع

پيا بہ فرزند فيض وارا، شل هجن آباد سب،
ڪر پلا تن سان پلائي، شرف ڏيئي شان جو.
سرخرو رک لوڪ ۾، "منظور احمد" کي سدا،
علم سان روشن نسل، نالو ٿئي نيشان جو.
شعر هي "سلمان" چنجڻي، پڻ چيو سڪ ساڻ آ،
جو نشاني نيڪ نوري، "نونهال خان" جو.

فقير مخلص

محمد سليمان چنجڻي مقيم مياندار

[١٣]

## از جناب حافظ شمس الدين صاحب

جنرل سيڪريٽري، جماعت نوراني،
ڳوٺ سومر چنڙ

## تصديق

"موجوده دؤر جي سهڻي ۽ ميهار" جو مون مطالعو ڪري ڏٺو، نہ فقط مطالعو، مگر مٿس ڪن اديبن جا تبصرا پڻ نظر مان گذريا. مون کي سهڻي-ميهار جي تجديدي تحقيق تي، جيڪا تحقيق جناب حضرت قبلہ امام الوقت، صوفيانہ ڍنگ ۽ رندانہ رنگ تي جيڪو

نينهن جو نياپو نروار ڪرڻ فرمايو آهي، سو ڏيکاري ٿو ته حضرت بزرگ نوراني جناب ابوالاقبال سيف سبحاني، باني جماعت نوراني، هڪ نه، پر ٻه نوان ايجاد، ادب ۽ تصوف ۾ پيش ڪرڻ فرمايا آهن:

(١) هڪ ته جناب حڪيم الامة مجدد السلوڪ و الملة موجوده 'سهڻي ۽ ميهار، کي آڙ وڻي، جيڪو ميهار معنويءَ سان نئين نموني ناٿو نباهيو آهي، سو اڄ تائين ڪنهن به هستيءَ پيش نه ڪيو آهي. اهو سلوڪ جي نئين رنگ وارو سهرو، فقط سرتاج سلوڪ جي، يعني حضرت «خاڪ» جي سر تي سونهين ٿو.

(٢) ٻيو جماعت نورانيءَ جو سنگ بنياد وجهڻ، جنهن جماعت نورانيءَ جو سنگ بنياد جناب باني جماعت نورانيءَ جي هٿان، ڀهريان ڀهريان ڳوٺ نصير آباد ضلع لاڙڪاڻه ۾، جناب موصوف جي ڪاوش ۽ ڪوشش سان وجود ۾ آيو. اهو اٽڪل سال ١٣٥٨هه ۾ مٿينءَ جماعت جو پايو پيو. جنهن جماعت جا مکيه عهديدار: پهريون جناب موصوف صدر جماعت نوراني، ٻيو نائب صدر جناب محمود شيخ صاحب ۽ ٽيون جنرل سيڪريٽري گاجي خان شيخ.

هن جماعت جي پاران چند وقت مدرسه جي مدرس جو پگهار وغيره به جماعت پريندي هئي. اهڙيءَ طرح

گرمين ۾ پاڻي پيارڻ جو انتظام پڻ جماعت نورانيءَ
جي پاران ٿيندو رهندو هو.

ٻئي نمبر ۾ ساڳئي جماعت نورانيءَ جو سنگ بنياد
ضلعي نواب شاه جي شهر پڊيدن ۾ رکيو ويو، جنهن
جو صدر ڊڪراءِ جناب حڪيم حاجي محمد قاسم ميمڻ
کي چونڊيو ويو ۽ نائب صدر جناب حاجي محمد ڪامل
ميمڻ کي منتخب ڪيو ويو ۽ جنرل سيڪريٽري جناب
پيش امام محمد محسن صاحب ميمڻ کي قبول ڪيو
ويو. اها جماعت نورانيءَ جي تنظيم سال ١٣٨٩ هجريءَ
مطابق آهي.

ٽئين نمبر تي جماعت نورانيءَ جو وجود ڳوٺ
سومر چنڙ ۾ پيو، جنهن جا هي عهديدار چونڊيا ويا:
جناب مخدوم مولانا عبدالعليم صاحب صدر، جناب شاه
محمد شاه نائب صدر ۽ جناب حافظ شمس الدين پٺي
صاحب جنرل سيڪريٽري. اهڙيءَ طرح خود درپيلو شريف
۾ جماعت نورانيءَ جو صدر جناب مخدوم عبدالعليم
صاحب ۽ نائب صدر مخدوم روشن علي چونڊيو ويو.
اهڙيءَ طرح پين بہ ڪيترن ئي شهرن ۾ جماعت نورانيءَ
جو سنگ بنياد رکيو ويو آهي.

اسان جي دعا آهي تہ شال ڏٿي تعاليٰ باني جماعت
نورانيءَ کي اجا بہ عمر خضري ڏيڻ فرمائي، جو
اسان پارن ٿوري علم وارن لاءِ ادب ۾ اهڙا ادبي تحفا،

جديد جواهرن ۽ موتين مانڪن سان ڀرپور پيش فرمائيندا رهن.

مصدق حافظ شمس الدين پنهي
بي.اي
جنرل سيڪريٽري، جماعت نوراني
اسسٽنٽ ماستر،
گورنمينٽ مڊل اسڪول،
صابو راهو، ضلع نواب شاهه.

بتاريخ ١٥ ماه آڪٽوبر ١٩٧١ع

[١٣]

سعديء سنڌ اديب ابن اديب از جناب الحاج رئيس

**حضرت مولٰنا افضل بيگ صاحب** مدظلهٗ العالي

ابن شمس العلماء خانبهادر

**حضرت ميرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم**

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمدهٗ و نصلي و نسلم علي نبيه الكريم و علي
آلهٖ و اصحابهٖ اجمعين الي يوم الدين -

اما بعد، اڄ صبح جو سويرو برادرم عزيز فاضل و اديب ميرزا اجمل بيگ سلمهٗ اسان وٽ آيو ۽ ايندي ئي خوش خير و عافيت بعد حضرت مولٰنا درمحمد صاحب "خاڪ" جو تازو تصنيف ڪيل ڪتاب، جو اڃا غير مڪمل هو، يعني جنهن جي اڃا جلد بندي به نه ٿي آهي، آڻي ڏسڻ لاءِ ڏنو ۽ تقريظ لاءِ خاص چيو.

منهنجي طبيعت مدت مديد و عرصهءِ بعيد کان بعارضهِ ذيابيطس هميشه و دوامي عليل آهي. گاهي چنان گاهي چنين. ڪنهن ڳالهه جو شوق هيئنر نه رهيو

آهي، نہ ڪنهن ڳالهہ سان دلچسپي آهي. زياده ۾ زياده پنهنجي پياري مسجد محمدي جي حاضري، سا بہ هڪ يا ٻہ وقت ۽ پنهنجو گهر ۾ گوشہ نشيني. نہ ڪيڏانهن اچڻ نہ وڃڻ، نہ ملڻ نہ جلڻ. ايتري حد تائين، جو پنهنجي سڳن ڀائرن جي گهرن ۾ بہ ڪونہ وڃان. نہ وقت ميسر آهي، نہ طبيعت اجازت ڏئي. لڪڻ پڙهڻ بہ ڪونہ ٿو پڄي، رڳو رواجي روزانہ ڊاڪ، ان جي نيڪال لاءِ محرر آهن، سي منهنجي حڪم جي تعميل ڪندا آهن. خط و ڪتابت بہ پاڻئون ڪونہ ڪريان.

مون برادرم عزيز، جو بلا ريب هڪ فاضل ترين اديب ۽ نهايت عمدو شاعر آهي ۽ بفضل تعاليٰ ڏاڍو هوشيار ۽ علم دوست آهي. پر آهي محجوب مشتهري جي تہ هن کي ڳڻتي نہ آهي. تقريظن تعريفن کان گهڻو پري آهي، هي آئون مبالغہ نٿو ڪريان. سنڌ ۾ جيڪي بہ شاعر يا اديب اسان کي سجهن ٿا، يا جن جي معلومات آهي، تن ۾ برادرم عزيز اديب و فاضل ميرزا اجمل بيگ ممتاز درجو رکي ٿو.

حضرت مولنا درمحمد صاحب "خاڪ" جن جي لاءِ فاضل ميرزا اجمل بيگ کي نهايت گهڻي محبت ۽ عزت آهي. مون وٽ مولنا صاحب جون بي شمار نيڪيون ڪيائين. پهريائين پهريائين مولنا صاحب جو ڪتاب "شرح شاهہ لطيف عليہ الرحمہ" جي آندائين، جا مون مطالعو ڪري، پنهنجي قديم محب علم دوست انسان،

جناب آخوند رئيس حاجي عبداللطيف صاحب صديقي مدني
کي ڏني.

ڪتاب مان مولنا صاحب جي وسيع العلمي معلوم
ٿي ويئي. اهو به معلوم ٿيو، ته پاڻ ڪيترو نه نظم
۽ نثر تي قبضو رکن ٿا.

عرصي کان آئون مولنا صاحب جي تعريف ٻڌندو
رهندو هوس. مرحوم الحاج سيد علي اڪبر شاه صاحب
سيهڙ وارن به مون سان ذڪر ڪيو هو ۽ رفيق السفر
جناب اديب العصر الحاج حافظ محمد احسن صاحب چنا
دادو وارن به، مولنا صاحب جو احوال ٻڌايو هو. ڏاڍي
سڪ ملڻ جي هئي. شڪرانه رب ڪريم جا، جو
منهنجي ڀاءُ اجمل بيگ سان گڏ مولنا صاحب اسان
وٽ تشريف فرما ٿيا ۽ ڏاڍي عمدي علمي مجلس ٿي،
جا ڪم از ڪم ٻـي ڪلاڪ هلي، جا وسرڻ جي
نه آهي.

مولنا صاحب ”خاڪ“ جن قرب ڪري، پنهنجا
ڪلام ٻڌايا، جن کي ٻـڌي، نهايت مسرور و محظوظ
ٿياسين.

دوران گفتگو مان معلوم ٿيو ته گذشته ماه رمضان
المبارڪ ۾ سندن صاحبزادو وفات ڪئي آهـي. اهو
احوال ٻـڌي، بي حـد ڏک ٿيو. هن پيريءَ ۾ هڪ
نوجوان صالح فرزند جو صدمو ڪهڙو نه ٿيو هوندو؟!

اولاد کا هونا بهی بڑی بخشش. رب ہے،
یه سچ هے مگر داغ بهی بیٹے کا غضب هے.

الله سبحانه' و تعاليٰ جل شانه' شال مولٰنا صاحب "خاڪ" جن کي صبر جميل ۽ اجر جزيل بخشي ۽ سندن لخت جگر دلبند فرزند کي جنت الفردوس نصيب فرمائي- آمين ثم آمين.

جنهن وقت حضرت مولٰنا "خاڪ" صاحب پنهنجي دلبند فرزند جو ذڪر خير ڪري رهيا هئا، ان وقت سندن ڳچ ڳري رهيا هئا. حاضرين ڪرام به سڀ آنسون وهائڻ لڳا.

پيري ۽ ضعيفيءَ ۾ هيڏو علمي شغل، تصنيف تاليف، شعر و شاعري، سچ پچ ته حيراني ۾ وجهيو ڇڏي. هي سڀ الله تعاليٰ جل شانه جو فضل آهي. حضرت "خاڪ" جا مرشد به ڪامل آهن. حضرت شيخ الاتقيا اسوة الصلحيٰ مولٰنا الحاج شاه غلام محمد صاحب ملڪاني رحمت الله عليه جي مريد هئڻ تي "خاڪ" صاحب کي وڏو ناز آهي؛ هئڻ به گهرجي. محبي مرحوم شمس العلماء الحاج ڊاڪٽر علامه عمر بن محمد دائود پوٽه پنهنجي آتم ڪٿا ۾، هن بزرگ لاثاني سيف حقاني مولٰنا ملڪاڻي رحمت الله عليه جي اها تعريف ڪئي، جا سونن اکرن ۾ لکڻ گهرجي.

گهڻا سال اڳي، جڏهين حضرت مخدوم ملڪاڻي عليه الرحمة جي سوانح حيات مرحوم حيدري صاحب شايع ڪرائي هئي، ان وقت آئون بلڪل نوجوان نوعمر طالب العلم هوس، عين ان عالم ۾ ملڪاڻي

شريف ۾ موجود هوس. حضرت حافظ محمد احسن صاحب چنا جي موجودگيءَ ۾ اها تعريف و تقريظ لکي هيم.

هن بزرگ ملڪائي صاحب لاءِ منهنجي دل ۾ ايڏو ته ادب ۽ احترام آهي، ايڏي ته محبت ۽ سڪ آهي، جو جڏهن به محترم حافظ محمد احسن صاحب جن ايندا آهن، ته اڪثر ذڪر خير حضرت مخدوم ملڪائي نور الله تعاليٰ مرقده' جن جو نڪرندو آهي. اسان جي بزرگ مولانا "خاڪ" صاحب تي سمي فيض ۽ ڪرم انهن بزرگن ڪاملن جو آهي.

برادرم عزيز اديب و فاضل ميرزا اجمل بيگ مون کان گهڻو ننڍو آهي، پر آئون سندس هن علمي فرمائش کي ٽاري نٿو سگهان.

جناب حضرت مولانا در محمد صاحب "خاڪ" صديقي مدظله' جو تعارف اسان جي واجب العزت محب حضرت الحاج مولانا غلام مصطفيٰ صاحب قاسمي اهڙو ته ڪرايو آهي، جنهن جهڙو ڪو به ڪونه ڪرائيندو.

مولانا قاسمي صاحب جن، وڏي معلومات رکن ٿا، وڏي علم جي خدمت ڪري رهيا آهن. آئون ڪين ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو آهيان. اهڙن محنتي ۽ جفاڪش عالمن کي به سونهري اکرن ۾ ياد ڪبو. خداوند ڪريم وڏي حياتي ڏنيس- آمين ثم آمين.

ڪتاب مولانا صاحب در محمد "خاڪ" جا لاجواب عمدا آهن. تصنيف سندن گهڻي آهي، پر اشاعت ۾ اچا نه آئي آهي. هي ڪتاب "سهڻي ميهار" جو چڱيءَ ريت ڏٺو

ويو، جيئن مون اڳي عرض ڪيو، سو ڪافي آهي.

ما هر چه خوانده ايم فراموش کرده ايم،
إلاّ حديث، يار که تکرار مي کنيم.

عيان را چہ بيان! هن ڪتاب کي چونکہ برادرم عزيز اجمل بيگ ميرزا سان نسبت ڪيل آهي، ان ڪري ب، هن ڪتاب کي مون گهڻو پسند ڪيو. اميد تہ پڙهندڙ، هن ڪتاب لاجواب جي مصنف جو، ڀليءَ ڀت سان قدر ڪندا. ڪهڙي نہ عمدي پيرايہ ۾ ڪتاب لکي، سنڌي علم ادب تي مولانا «خاڪ» صاحب احسان ڪيو آهي!

آئون دعا ٿو ڪريان تہ جنهن مقصد ۽ مطلب ۽ منشاءَ سان هيءُ ڪتاب لکيو ويو آهي، اهو پورو ٿئي ۽ ان مان اسين سيڪجهہ پرايون۔ فقط والسلام

دعاگو و دعا جو

دار الخطيب — ابو المشتاق محمد افضل بيگ ميرزا عفي عنہ
قليچ آباد (ٽنڊو ٺوڙهو) — ابن شمس العلماء خان بهادر
حيدرآباد سنڌ. — رئيس ميرزا قليچ بيگ صاحب
مرحوم

مورخہ ٤ ذي الحجہ الحرام سنہ ١٣٩١هہ
مطابق ٢١ جنوري سنہ ١٩٧٢ع
بروز جمعتہ المبارڪ

# [۱۳]

از جناب مولانا مخلص عجیب اخلص

## ميان عبدالحليم صاحب کوکر

هن دؤر جي 'سهڻي-ميهار' ۾ جيڪو تجديدي تحقيق انيق جناب حضرت قبله حکيم الامة مجدد السلوک والملة شمس العلماء صاحب جن سهڻي سبيل صوفيانه ۽ نئين ايجاد عارفانه موجب ڪرڻ فرمايو آهي، سو تحقيق عالمانه، حق پرستن لاءِ ته بلڪل قابل قبول ٿيندو، باقي باطل پرستن لاءِ بندوق ۽ ڀالو، ۽ سندن چشمن لاءِ خار ۽ نشتر جو ڪم ڏيندو رهندو ته درين چه شک.

مصدق فقير مخلص
عبدالحليم ڪوڪر
ساڪن صديق آباد

# تبصرہ
از
# حرف آخر

از قلم:- محترمہ ادیبہ بےمثال سوھنی جدیدہ
**ملکہ مہر نگار بیگم اجمل بیگ صاحب مرزا**

جناب حضرت مولانا در محمد صاحب "خاک" موجودہ دور کی ایک برگزیدہ علمی و ادبی ھستی ھیں۔ ان سے ھماری پہلی ملاقات بھی بڑے ڈرامائی انداز میں اور اچانک ھوئی، جس کا ذکر، حضرت مولانا خاک صاحب نے خود اپنی تصنیف "جدید سوھنی میہار" میں صحیح اور بڑے قرینے کے ساتھ کیا ھے۔ قبلہ خاک صاحب نے، مجھ ناچیز کو اپنی بیٹی بنایا ھے اور یہ بزرگ ھستی، اپنی اولاد کی طرح میری خیر خبر اکثر و بیشتر مواقعہ پر لیتے ھی رھتے ھیں۔

افسوس کہ حضرت مولانا خاک صاحب کو، اس پیرانہ سالی میں، اپنے جوان سال پسر جناب ڈاکٹر نثار احمد صاحب (مرحوم) کا صدمۂ جانکاہ برداشت کرنا پڑا ھے۔ ھم سب، قبلہ مولانا صاحب کے اس صدمۂ جانگداز میں برابر کے شریک ھیں۔ خدائے پاک جناب ڈاکٹر نثار احمد مرحوم کو جنت الفردوس میں جگہ

دے اور ان کے والدین و عزیز و اقربا کو صبر جمیل کی توفیق عطا فرمائے۔ (آمین)!

مولانا صاحب نظم و نثر میں کئی ادبی اور دینی کتابیں تصنیف و تالیف کرچکے ھیں، جو بڑی نایاب اور گرانمایہ ھیں۔ مولانا خاک صاحب ایک گوشہ نشین، متوکّل اور مرنجان مرنج قسم کے بزرگ ھیں۔ کسی سے کسی قسم کا واسطہ نہیں رکھتے۔ رات دن اپنے رب پاک کی عبادت و ورد و وظائف میں محو اور مستغرق رھتے ھیں یا اپنی تصنیف و تالیف میں منہمک اور مصروف رھتے ھیں۔ باقی دنیا کی کسی بات سے دلچسپی نہیں رکھتے۔ آپ بڑے علم و فضل کے مالک ھیں۔ عربی، فارسی، اردو اور سندھی زبانوں پر مکمل دسترس رکھتے ھیں۔ خدا ان کو خیر و عافیت سے رکھے، دلی سکون بخشے اور عمر میں برکت دے۔ (آمین)

یہ کتاب "سوھنی میہار جدید" بھی مولانا خاک صاحب کی کتابوں میں سے ایک نہایت ھی عجیب، دلکش اور دلچسپ کتاب ھے۔ پڑھنے کے بعد ھر شخص بخوبی قبلہ مولانا صاحب کی قابلیت کا اندازہ بہ‌آسانی لگاسکتا ھے۔ آپ شاہ عبداللطیف بھٹائي علیہ الرحمۃ کے کلام کے بڑے دلدادہ اور بڑے شارح، مبصر اور مفسر ھیں۔ آپ کو حضرت قلندر لعل شہباز سھوانی علیہ الرحمۃ سے بھی بڑی عقیدت اور ارادت ھے۔

ویسے تو «سوھنی میہار» کا مشہور عوامی قصہ سندھ اور پنجاب کے بعض شعراء کرام اور افسانہ نویسوں نے نثر و نظم میں خوب لکھا ہے، لیکن حضرت شاہ عبداللطیف بھٹائی علیہ الرحمۃ کا کچھ طرز بیان ھی اور ہے! انھوں نے جس استادانہ اور صوفیانہ انداز میں اس قصے کو گایا ہے، وہ اگلے پچھلے سب قصوں پر گوئے سبقت لے گیا ہے!

جیسا کہ سب کو معلوم ہے، شاہ بھٹائی علیہ الرحمۃ نے اپنے مشہور و معروف رسالے میں جو جو قصے اور عوامی کہانیاں، سندھی ابیات کی صورت میں بیان کئے ھیں، وہ باقاعدہ قصوں یا کہانیوں کی صورت میں بیان نہیں کیے، بلکہ ان قصوں یا عوامی کہانیوں کے بعض اور خاص خاص مطلوبہ حصوں کو اس طرح ابیات کے قالب میں ڈھالا ہے کہ پڑھنے والے کو، قصہ پڑھنے کا بھی لطف حاصل ھو، اور ساتھ ساتھ ان مخصوص حصوں کو اس تمثیلی انداز میں بیان کیا ہے کہ پڑھنے والے کے دل اور دماغ پر وحدانیت، عرفانیت اور عشق حقیقی کی گھری چھاپ بیٹھ جاتی ہے اور اس طرح شاہ صاحب (رحہ) کے کلام کو پڑھنے والا، جستہ جستہ وادی، کثرت سے نکل کر، وادی، وحدت کی طرف رواں دواں نظر آتا ہے۔ حضرت مولانا خاک صاحب نے بھی «سوھنی میہار» کا قصہ، جدید ھی سہی لیکن بالکل ایک الگ اور انوکھے انداز میں پیش

کیا ھے۔ یہ اور بات ھے کہ ان کی تمثیل کی زد میں ھم دونوں میاں بیوی اچانک ھی آگئے ھیں۔ واللہ اسے ھماری خوشقسمتی کہیے یا حضرت مولٰنا خاک صاحب کا حسن ظن کہ مولٰنا صاحب نے ھمیں اس قابل سمجھا؟ ورنہ "ما آنیم کہ ما دانیم"!

حضرت مولٰنا خاک نے اس عوامی قصے کی تمثیل کو متصوفانہ رنگ ہ رنگ دیا ھے۔ کتاب میں مستعمل سندھی زبان نہایت شستہ و شائستہ ھے۔ وقفہ وقفہ پر مقفیٰ نثر اور تجنیس حرفی نے زبان کی شان دو بالا کردی ھے۔ مجھے امید ھے کہ حضرت مولٰنا خاک صاحب کی یہ کتاب مستطاب و لاجواب ھر پڑھنے والا نہایت پسند کرے گا اور مصنف کو ان کی اس محنت پر لامحالہ داد دے گا اور اپنی اپنی سمجھ، علمی بساط، ادبی ظرف و بصیرت اور استعداد کے مطابق استفادہ کر سکے گا۔

فقط والسلام

**ملکہ مہر نگار اجمل**

# معما پر مام معنوي

بخت بـرتـر ۾ مساوي پرم ذوالقرنين جـو،
۱۷ ۱۹ع ۱۹ ۱۳هه
تخت ماڻي مَر مصاحب سيّدهہ ڪونين جو.
۱۷ ۱۹ع
مستحق منمبر ڏٺي جو شان آهڪ ـ بي نظير،
۱۹ ۱۳هه
حج بيت الله ڇيا، پر حاج هــي حرمين جــو.
آسماني عرش شه معراج حال ـ ي حال پـڻ،
۱۹ ۱۳هه
ٿي هٿان حضرتِ نبي نيت نا ـ نــو آ حسنين جو.
۱۷ ۱۹ع
فــوز فردوسي عطا ـ فياض فــرقاني محا ـب،
۱۹ ۱۳هه
چارنهہ ـ رون جنت انـدر نور آ نيڻين ـ جو.
۱۹ ۱۳هه
غار ۾ سوچي آني ـ اڪبر ٿي گهڙ اڳ گهوٽ ڪان،
۱۹ ۱۳هه

صدق ۾ صديق اڪبر ثان سوق- اثنين جو،
٩٢ ١٣ هه
عمر خضريء ۾ عدالت ماڻجي فاروق جي،
٧١ ٩١ع
ظلِ فاروقي ذڪي- دل ديو بر بحرين جو،
٩١ ١٣ هه
ذوق ذاتي جان- تي زوار ذاتِ ڪبريا،
٧١ ٩١ع
پُر حيا ثاني بڻيو- عثمان ذي النورين جو،
٩١ ١٣ هه
تون- تَراهُمْ رُڪَّعاً-ي سُجَّداً ساجد علي،
٩٢ ١٣ هه
رُڪَّعاً رهبر رباني رير- رهه دن رين جو،
٩١ ١٣ هه
"خاڪ" تي عربي عجب با- برق رفتاره براق،
٩١ ١٣ ٩١ ١٣ هه
تي حريصٌ رحم فرما ڏڻ- ڏڻي دارين جو،
٩١ ١٣ هه

---

**نوٽ:** هي رمز رندي جي معما سان گڏ سهڻي ميهار جي مطبوع هجڻ جي ابجدي تاريخ پڻ پڌائي رهي آهي. اميد ته ادب نواز نوازش جي نگاه سان نهارڻ فرمائي، حوصلہ افزائي جا باعث بڻندا.

## رباعيات "خاڪ"

حب هڪڙي ۾ هڪوڻي، ٻن ۾ ٻيڻي پاڄهه ٻنج،
رهبرن کان رخ مٽائي رک، نه تن سان روح رنج.
ڏن ۾ ڏيڻو فائدو، پر چئن ۾ چوڙو چون،
پرت پنجوڻي رکي، سون کي پلئي پيا پنج گنج.

(۲)

پنج گنج پاڪر ميلي پيا، پاڪ پرور جي هٿان،
سون جا اڻ ڳڻ خزانا، سونهه جي سرور هٿان،
إنّمَا أنَا قاسِمٌ فرمائيو خير الورىٰ،
در ڏٺي جي کي چڙي، مان چو پنا ٻي در هٿان.

(۳)

شهر شاهي گنج جو، گهرَ گهول گهول،
پيڙهه گهر جي، پٽ گهر جي، چٽ گهر جي، قول قول،
در چڙي گهر جو نه وڃ تون، روح ٻي پاسي نه رول.

(۴)

در سخا جو ڏو رهي کليل سدا خيرات وٽ،
ڏيب ڏاتيون ٿيون ملن، آٿ ڏينهن توڙي رات وٽ،
گنج لنجي پيو ڏهاڙي، سون سڪ سوغات وٽ.

## شڪر گذاري

معاونين ڪرام جا نالا پيش ڪجن ٿا، جن اداري جي ڪتابن ڇپائڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

(۱) جناب حڪيم حاجي محمد قاسم صاحب ميمڻ، صدر جماعت نوراني شهر پرياه (۲) جناب حاجي محمد ڪامل صاحب ميمڻ نائب صدر جماعت نوراني شهر پرياه. (۳) جناب محترم ڊاڪٽر عبدالمجيد صاحب ميمڻ، صدر

بورڊ ڊاڪٽران حيدرآباد. (۴) جناب محترم ڊاڪٽر محمدابراهيم صاحب ميمڻ، پروفيسر لياقت ميڊيڪل ڪاليج جام شورو. (۵) جناب محترم آغا يعقوب خان، رٽائرڊ ڊپٽي ڪمشنر صاحب مقيم لُطيف آباد. (۶) جناب محترمه زينت جهان صاحبه بيگم عبدالله خان چنه، ڊپٽي ڪمشنر رٽائرڊ. (۷) جناب محترمه دريا خاتون صاحبه بيگم غلام سرور خان دائود ڪاندهلا دادو. (۸) جناب محترمه حيات خاتون، ماسترياڻي دائود ڪاندهله دادو. (۹) جناب محترم عطامحمد خان صاحب ايڊوڪيٽ، ميهڙ ضلع دادو. (۱۰) جناب نورچشم نظير احمد صاحب فرزند ارجمند عطا محمد خان. (۱۱) جناب نورچشم ڊاڪٽر نثار احمد خان صاحب صديقي صدر جماعت نوراني ڪاندهله. (۱۲) جناب محترم ڊاڪٽر انورصاحب شيخ، مقيم ميهڙ. (۱۳) جناب محترم ظفرالدين صاحب شيخ، اسسٽنٽ انجنير روڊس حيدرآباد. (۱۴) جناب محترم نبي بخش خان صاحب سومرو، مئنجر نيشنل بينڪ ميهڙ. (۱۵) جناب محترم سيٺ هوندو مل صاحب زميندار، تعلقہ ميهڙ ضلع دادو. (۱۶) جناب محترم غلام نبي خان زميندار، دائود ڪاندهله دادو. (۱۷) جناب محترم پير طفيل احمد صاحب سرهندي حيدرآباد. (۱۸) جناب محترم نورالدين صاحب جوڻيجو حيدرآباد. (۱۹) جناب ڪريم ڏنو نوناري صاحب. (۲۰) جناب حسين بخش صاحب سپاهي سينٽرل جيل. (۲۱) جناب محمد صديق صاحب ابڙو، ڪلارڪ سينٽرل جيل حيدرآباد.

---

# اپيل

جيئن تہ اِها ڳالهہ اوهان تي روز روشن جيان عيان آهي تہ اسلام جي صحيح ترويج ۽ اشاعت جو گهڻو ڪم صوفياي ڪرام انجام ڏنو آهي، اوترو ٻين صاحبن نہ ڏنو آهي. انهي مقبوليت جو ڪارڻ هي هو، جو اهي دين جا بزرگ، ڌڻي تعاليٰ جي هر خلقيل مخلوق ڪان سواءِ ڪنهن بہ امتياز جي، محبت ۽ خلوص سان پيش ايندا هئا. لهٰذا سندن اخلاقِ حسنہ کي ڏسي، ماڻهو جوق در جوق حلقہءِ اسلام ۾ داخل ٿيندا رهيا. بلا شبہ قبلہءِ محترم جناب در محمد صاحب "نظامڪ" جن قرونِ اوليٰ جهڙن اسلامي بزرگن جي يادگار آهن. اڄڪلهہ جي الحاديت ۽ ماديت جي دؤر ۾، وري انهيءَ عالمگير اخوّت ۽ محبت جي ضرورت آهي. حضرت موصوف جا تصنيف ٿيل ڪتاب، جديد دؤر جي معاشري لاءِ، زبردست اصلاحي ڪم انجام ڏيئي سگهن ٿا.

سندن قائم ڪيل ادارو سبحاني، انهيءَ ڪم لاءِ معرضِ وجود ۾ آيو آهي، پر سندس وسائل ايترا نہ آهن، جو حضرت جن جا سڀئي ڪتاب باقاعدگيءَ سان پيش ڪري سگهجن. انهيءَ باري ۾ صاحبِ ثروت حضرات جي خدمت ۾ پرزور اپيل آهي تہ جيڪڏهن هو هن اداري جي مالي سرپرستي ڪن تہ پوءِ انشاءَ الله هر مهيني هڪڙو ڪتاب شايع ٿيندو رهندو. خدا تعاليٰ انهن سڀني صاحبن کي، جن هن ڪارِ خير ۾ حصو ورتو آهي ۽ آئنده ٻڻ وٺندا رهندا تہ اها انهن لاءِ، دنيا ۽ آخرت ۾ اجر عظيم جو باعث ٿيندو.

فقط

**سيد ساجد علي حسني**